﴿وَلَقَدْ يَسَّرْنَا الْقُرْاٰنَ لِلذِّكْرِ فَهَلْ مِنْ مُّدَّكِرٍ﴾

”۽ بيشڪ اسان قرآن کي نصيحت حاصل ڪرڻ لاءِ آسان ڪيو آهي پوءِ آهي ڪو نصيحت حاصل ڪرڻ وارو ؟“

(القمر :17، 22، 32، 40)



# آسان قرآني عربي

## (سنڌي نوٽس)


**قرآن انسٽيٽيوٽ لطيف آباد**

بنگلو نمبر 176/B، بلاڪ C، يونٽ نمبر2، لطيف آباد، حيدرآباد

0334-3350910 Fb.com/QuranInstituteLatifabad

انجمن خُدّام القرآن سنڌ ڪراچي رجسٽرڊ

www.QuranAcademy.edu.pk

# فهرست

اَعُوْذُ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّيْطٰنِ الرَّجِيْمِ

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

# سبق نمبر 1: تعارف

**حروف تهجّي:**

| ا،ء | ب | ت | ث | ج | ح | خ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| د | ذ | ر | ز | س | ش | ص |
| ض | ط | ظ | ع | غ | ف | ق |
| ك | ل | م | ن | و | ه | ى |

**حرڪتون:**

- زبر ( ـَ ) جنهن کي عربيءَ ۾ "فتحه" چئبو آهي ۽ جنهن اکر تي زبر هجي ان کي "مفتوح" چئبو آهي.
- زير (ـِ) جنهن کي عربيءَ ۾ "ڪسره" چئبو آهي ۽ جنهن اکر تي زير هجي ان کي "مڪسور" چئبو آهي.
- پيش (ـُ) جنهن کي عربيءَ ۾ "ضمّه" چئبو آهي ۽ جنهن اکر تي پيش هجي ان کي "مضموم" چئبو آهي.
- ٻٽي (Double) حرڪتن ......ً ......ٍ ......ٌ کي "تنوين" چئبو آهي.
- ـْ يا ـۡ علامتِ سڪون آهي ۽ جنهن اکر تي علامت سڪون هجي ان کي "ساڪن" چئبو آهي.
- ......ّ علامتِ تشديد آهي ۽ جنهن اکر تي تشديد هجي ان کي "مشدد" چئبو آهي.

**الف ۽ همزه ۾ فرق:**

- ا = الف ←—— جنهن الف تي حرڪت نه هجي اُن کي "الف" چئبو آهي.
- اَ اِ اُ = همزه ←—— جنهن الف تي حرڪت هجي اُن کي "همزه" چئبو آهي.

حروفِ تهجي ۽ حرڪتن جي ملڻ سان لفظ وجود ۾ ايندا آهن جيڪي بي معنىٰ به هوندا آهن ته بامعنىٰ به هوندا آهن. بامعنىٰ لفظن کي "ڪلمو (كَلِمَة) " چيو ويندو آهي.

## ڪلمن جا قِسم "ڳالهائڻ جا لفظ" (Parts Of Speech)

1. اسم  2. فعل  3. حرف

**اسم**: ڪنهن ماڻهو، شيءِ يا جڳهه جي نالي يا صفت کي اسم چئبو آهي. مثال طور رَجُلٌ (مرد)، حَامِدٌ(خاص نالو)، طَيِّبٌ (سنو) وغيره. ان کان علاوه اهڙو لفظ به اسم آهي جنهن ۾ ڪنهن ڪم جي ٿيڻ جو مفهوم هجي پر ان ۾ ٽنهي زمانن مان ڪو زمانو (ماضي، حال يا مستقبل) موجود نه هجي. جيئن ضَرْبٌ (مارڻ)، ذَهَبٌ (وڃڻ)، شَرْبٌ(پيئڻ) وغيره. اهڙن اسمن کي "مصدر" چيو ويندو آهي.

**فعل**: فعل اهو لفظ يا ڪلمو آهي جنهن مان ڪنهن ڪم جي ڪرڻ يا ٿيڻ جو مفهوم ظاهر ٿئي ۽ ان ۾ ٽنهي زمانن (ماضي، حال يا مستقبل) مان ڪو به زمانو موجود هجي. مثال طور ضَرَبَ (هُن ماريو)، ذَهَبَ(هو ويو)، يَشْرَبُ (هو پيئي ٿو يا پيئندو) وغيره. [ فعل = ڪم + زمانو ]

**حرف**: حرف اهو لفظ يا ڪلمو آهي جيڪو پنهنجي معنىٰ کي واضح ڪرڻ لاء ڪنهن ٻئي لفظ جو محتاج هجي. يعني ڪنهن اسم يا فعل سان ملڻ بغير اُن جي معنىٰ واضح نٿي ٿئي. مثال طور: "مِنْ" جي معنىٰ آهي (کان/ مان) پر ان سان ڪا به ڳالهه واضح نٿي ٿئي. پر جيڪڏهن اسين چئون "مِنَ الْمَسْجِدِ" يعني (مسجد کان) ته هاڻ ڳالهه واضح ٿي وڃي ٿي. اهڙي طرح "عَلٰى" (تي)، عَلَى الْفَرَسِ (گهوڙي تي)،"اِلٰى" (تائين/ جي طرف)، اِلَى السُّوْقِ (بازار تائين يا بازار جي طرف) وغيره.

## **اسم**(Noun)

عربي ٻوليءَ ۾ استعمال ٿيندڙ ڪنهن به اسم جي باري ۾ چئن ڳالهين جي ڄاڻ هجڻ تمام ضروري آهي. ان ڪان بغير نه اُن اسم کي سمجهي سگهجي ٿو ۽ نه ئي ان کي جملي ۾ استعمال ڪري سگهجي ٿو. اُهي هيءَ آهن:




1) اسم جي حالت "اعراب" (فاعلي، مفعولي، اضافي/ نسبتي)
2) اسم جي جنس (مذڪر ۽ مؤنث)
3) اسم جو عدد (واحد، تثنيه، جمع)
4) اسم جي وسعت (اسم عام ۽ اسم خاص) [نڪره ۽ معرفه]

## **سبق نمبر 2: اسم جي حالت**

ڪنهن به ٻوليءَ ۾ جڏهن اسم ڳالهائڻ يا لکڻ ۾ استعمال ٿيندو آهي ته اهو ٽن حالتن مان ڪنهن هڪ حالت ۾ ئي استعمال ٿيندو آهي. اسم يا ته فاعلي حالت ۾ هوندو آهي يا مفعولي حالت ۾ يا وري ڪنهن ٻئي اسم وغيره سان نسبتي حالت ۾ هوندو آهي. عربي ٻوليءَ ۾ اُنهن حالتن کي ترتيب وار: حالتِ رفع، حالتِ نصب ۽ حالتِ جر چيو ويندو آهي:

| **انگريزي** | Nominative Case | Objective Case | Possessive Case |
|---|---|---|---|
| **عربي** | رَفْعٌ | نَصْبٌ | جَرٌّ |
| **سنڌي** | حالتِ فاعلي | حالتِ مفعولي | حالتِ اضافي/نصبتي |

مثال طور: "اسلم محمود کي ماري ٿو" هن جملي ۾ اسم "اسلم" فاعلي حالت ۾ آهي جڏهن ته اسم "محمود" مفعولي حالت ۾ آهي. اهڙي طرح "محمود جو ڪتاب" هن جملي ۾ "ڪتاب" جي نسبت محمود جي طرف آهي اُن ڪري "ڪتاب" نسبتي/ اضافي حالت ۾ آهي.— عربي ۾ اسم جي حالت کي سڃاڻڻ لاء ڪجهه علامتون (نشانيون) آهن. 80 کان 85 سيڪڙو لفظ اهڙا آهن جيڪي ٽنهي حالتن (رفع، نصب ۽ جر) ۾ مختلف شڪليون اختيار ڪندا آهن. اهڙن اسمن کي "منصرف" چيو ويندو آهي. حالت جي تبديلي اسم جي آخري حرف جي حرڪت تي تبديليءَ سان ٿيندي آهي:

| **منصرف** (80-85%) | **رفع** | **نصب** | **جر** |
|---|---|---|---|
| | ـٌ | ـًا | ـٍ |
| | ڪِتَابٌ ، مُحَمَّدٌ | ڪِتَابًا ، مُحَمَّدًا | ڪِتَابٍ ، مُحَمَّدٍ |

| **حالتِ رفع** | **معني** | **حالتِ نصب** | **حالتِ جر** |
|---|---|---|---|
| مُحَمَّدٌ | خاص نالو | مُحَمَّدًا | مُحَمَّدٍ |
| رَسُوْلٌ | رسول | رَسُوْلًا | رَسُوْلٍ |
| شَيْءٌ | شيء | شَيْئًا | شَيْءٍ |

| اٰيَةٌ | نشاني | اٰيَةً | اٰيَةٍ |
|---|---|---|---|
| جَنَّةٌ | باغ | جَنَّةً | جَنَّةٍ |
| شَهْوَةٌ | خواهش | شَهْوَةً | شَهْوَةٍ |
| بِنْتٌ | ڇوڪري | بِنْتًا | بِنْتٍ |
| سَمَآءٌ | آسمان | سَمَآءً | سَمَآءٍ |
| سُوْءٌ | برائي | سُوْءًا | سُوْءٍ |

➢ حالتِ نصب ۾ ٻه زبر ـً سان گڏ آخر ۾ الف به ايندو آهي. هن قاعدي جا ٻه استثناء (Exception) آهن:

1) اُهي لفظ جن جي آخر ۾ گول "ة" اچي ته اُنهن تي آخر ۾ ٻه زبر سان گڏ الف نه ايندو آهي. مثال طور اٰيَةٌ جو نصب اٰيَةً آهي اهڙي طرح جَنَّةٌ جو نصب جَنَّتًا لکڻ غلط آهي.

2) جنهن لفظ جي آخر ۾ الف سان گڏ همزه (اء) اچي ته ان جي آخر ۾ به حالت نصب ۾ ٻه زبر سان گڏ الف نه ايندو آهي. مثال طور: سَمَاءٌ جو نصب سَمَاءً آهي. اهڙيءَ طرح شَيْءٌ جو نصب شَيْئًا ٿيندو ڇو ته هي لفظ همزه تي ته ختم ٿي رهيو آهي پر همزه کان پهرين الف نه بلڪ "ی" آهي. ڪجهه وڌيڪ مثال هيٺ ڏجن ٿا:

| عَطَاءٌ | عَطَاءً | عَطَاءٍ |
|---|---|---|
| جَزَاءٌ | جَزَاءً | جَزَاءٍ |
| خَطَاءٌ | خَطَاءً | خَطَاءٍ |

| دِمَاءٌ | دِمَاءً | دِمَاءٍ |
|---|---|---|
| سَمَاءٌ | سَمَاءً | سَمَاءٍ |
| مَاءٌ | مَاءً | مَاءٍ |

باقي 15 کان 20 سيڪڙو اهڙا لفظ هوندا آهن جن جو آخري حرف ٽنهي حالتن ۾ تبديل نه ٿيندو آهي بلڪ اُهي صرف ٻه شڪليون اختيار ڪندا آهن يعني حالتِ رفع ۾ انهن جي شڪل الڳ هوندي آهي پر نصب ۽ جر ٻنهي حالتن ۾ انهن جي شڪل هڪ جهڙي هوندي آهي. اهڙن اسمن کي "غير منصرف" چيو ويندو آهي.

| غير منصرف | رفع | نصب | جر |
|---|---|---|---|
| (% 20-15) | ـُ | ـَ | ـَ |

| حالتِ رفع | معني | حالتِ نصب | حالتِ جر |
|---|---|---|---|
| اِبْرَاهِيْمُ | مرد جو نالو | اِبْرَاهِيْمَ | اِبْرَاهِيْمَ |
| مَكَّةُ | شهر جو نالو | مَكَّةَ | مَكَّةَ |
| مَرْيَمُ | عورت جو نالو | مَرْيَمَ | مَرْيَمَ |
| اِسْرَائِيْلُ | يعقوب عليه السلام جو لقب | اِسْرَائِيْلَ | اِسْرَائِيْلَ |
| اَحْمَرُ | ڳاڙهو | اَحْمَرَ | اَحْمَرَ |
| اَسْوَدُ | ڪارو | اَسْوَدَ | اَسْوَدَ |

غير منصرف اسم جي آخري حرف تي حالتِ رفع ۾ پيش (ـُ) ايندو آهي ۽ نصب ۽ جر ۾ زبر (ـَ) ايندي آهي. نصب ۾ زبر لڳڻ سان اسم جي آخر ۾ الف جو اضافو نه ٿيندو آهي. هي قاعدو صرف ٻه زبر (ـً) جي لاءِ

مخصوص آهي.— ڪجهه اسم اهڙا بہ هوندا آهن جيڪي رفع، نصب ۽ جر ٽنهي حالتن ۾ هڪ جهڙا هوندا آهن. اهڙن اسمن کي "مبني" چيو ويندو آهي.

| حالتِ رفع | معني | حالتِ نصب | حالتِ جر |
| --- | --- | --- | --- |
| هٰذَا | هي (هڪ مذڪر) | هٰذَا | هٰذَا |
| اَلَّذِیْ | اُهو جيڪو (هڪ مذڪر) | اَلَّذِیْ | اَلَّذِیْ |
| تِلْكَ | هُوءَ (هڪ مؤنث) | تِلْكَ | تِلْكَ |

**اعراب ۽ حرڪتن ۾ فرق:**

**حرڪت**: زبر، زير ۽ پيش وغيره کي حرڪت چئبو آهي.

**اعراب**: ڪنهن بہ اسم جي آخري حصي جي اهڙي تبديلي جنهن سان اسم جي حالت جي خبر پوي تہ اُن کي اعراب چئبو آهي. مثال: لفظ "مُنَافِقٌ" ۾ "ق" حرف ڪان پهرين جيڪي بہ زبر، زير ۽ پيش آهن اُهي سڀ هن لفظ جون حرڪتون آهن، جڏهن تہ آخري حرف "ق" تي بہ پيش ( ـٌ ) هن لفظ جو اعراب آهي.

❖ **هيٺ ڏنل لفظن جي گردان ڪريو:** (غ = غير منصرف، س= سماعي، م = مبني)

| ثَوَابٌ | اجر، ثواب | مَسَاجِدُ (غ) | مسجد جي جمع |
| --- | --- | --- | --- |
| نَفْسٌ | جان | رِجْزٌ | گندگي، آفت |
| عِمْرَانُ (غ) | مخصوص نالو | هٰؤُلَاءِ (م) | هي ماڻهو |
| سَيِّئَةٌ | برائي | جِدَارٌ | ڀت |
| مُسْلِمٌ | مسلمان | يُوْسُفُ (غ) | مخصوص نالو |
| اَلَّتِیْ (م) | جيڪا (مؤنث) | شَمْسٌ | سج |
| مَاءٌ | پاڻي | مَدِيْنَةٌ | شهر |
| بَابٌ | دروازو | صِبْغَةٌ | رنگ |
| اٰيَةٌ | علامت، نشاني | ثَمَرٌ | فروٽ |
| شَهْوَةٌ | خواهش | خِزْیٌ | خواري، رسوائي |

## سبق نمبر 3 : اسم جي جنس

اسم جي حوالي سان ٻيو اهم پهلو "جنس" آهي. هر ٻوليءَ وانگر عربيءَ ۾ بہ اسم جون ٻہ ئي جنسون آهن يعني (1) مذڪر ۽ (2) مونث.

**حقيقي جنس**: اُهي اسم جن جي جنس جي متعلق ڪنهن بہ ٻوليءَ ۾ اختلاف نہ هجي. مثال طور اِمْرَأَةٌ (عورت) هر ٻوليءَ ۾ مؤنث ئي آهي. ان جي مقابلي ۾ رَجُلٌ (مرد) مذڪر آهي. اهڙي طرح اُمٌّ (امان) جي مقابلي ۾ اَبٌ (بابا) وغيره.

**غير حقيقي جنس**: اُهي اسم جن جي جنس جي باري ۾ مختلف ٻولين ۾ اختلاف آهي. مثال طور "مسجد" لفظ سنڌيءَ ۾ مؤنث آهي پر عربيءَ ۾ مَسْجِدٌ مذڪر سڏيو ويندو آهي.

حقيقي جنس وارن اسمن جي جنس سڃاڻڻ تہ هر ٻوليءَ وانگر عربيءَ ۾ بہ تمام آسان آهي. پر غير حقيقي جنس وارن اسمن جي سڃاڻپ لاءِ عربي ٻوليءَ ۾ ڪجهه قاعدا آهن. جيڪي هيٺ ڏجن ٿا:

1) عربيءَ ۾ هر غير حقيقي اسم کي مذڪر سمجهيو ويندو آهي جيسيتائين جو ان جو مؤنث هجڻ ثابت نہ ٿئي. (It Is Masculine Till Proved Otherwise)

2) **علامتي مؤنث**: اُهي مؤنث اسم جن جي آخر ۾ مؤنث جي ڪا علامت موجود هجي. هي علامتون ٽي (3) آهن: (i) ة (گول تا/ تاءِ مربوطه) (ii) ـَـاءُ (الف ممدوده) (iii) ـٰی (الف مقصوره). يعني ڪنهن بہ اسم جي آخر ۾ انهن علامتن مان ڪا بہ علامت ايندي تہ ان کي مؤنث سمجهيو ويندو. مثال طور: جَنَّةٌ (باغ) يا صَلٰوةٌ (نماز) وغيره. حَمْرَاءُ (ڳاڙهو)، خَضْرَاءُ (سائو) وغيره. عُظْمٰی (عظيم)، کُبْرٰی (وڏي) وغيره.

3) **سماعي مؤنث**: اُهي مؤنث اسم جن ۾ ظاهري طور ڪا بہ مؤنث جي علامت موجود نہ هجي پر اهلِ زبان ان کي مؤنث طور استعمال ڪندا هجن. ڪجهہ مؤنث سماعي هيٺ ڏجن ٿا:

| اَرْضٌ | زمين | سَمَاءٌ | آسمان | شَمْسٌ | سج |
|---|---|---|---|---|---|
| حَرْبٌ | جنگ | رِيْحٌ | هوا | دَارٌ | گهر |
| نَارٌ | باهہ | نَفْسٌ | جان | سَبِيْلٌ | رستو |

(1) هوائن جا نالا (رِيْحٌ ، سَرْسَرٌ ، حَاصِبٌ) (2) قبيلن جا نالا (قُرَيْشٌ ، اَوْسٌ ، خَزْرَجٌ)

(3) دوزخ جا نالا (نَارٌ، جَهَنَّمُ ، سَقَرٌ) (4) ملڪن/ شهرن جا نالا (مِصْرُ، اَلشَّامُ ، بَكَّةُ ، مَدِيْنَةٌ)

(5) شرابن جا نالا (خَمْرٌ، رَحِيْقٌ) (6) حروف تهجي (ا ب ت)

(7) جسم جا اهي حصا جيڪي جوڙي (Pairs) جي صورت ۾ آهن [يَدٌ (هٿ) ، رِجْلٌ (پير) ، اُذُنٌ (ڪن)]

4) **سماعي مذڪر**: اُهي اسم جيڪي نہ سماعي مؤنث هجن ۽ نہ ئي علامتي مؤنث هجن تہ اُهي سماعي مذڪر (غير حقيقي مذڪر) سڏبا آهن.

عمومًا جن لفظن جي آخر ۾ گول تا "ة" ايندي آهي انهن کي مؤنث سمجهيو ويندو آهي. مثال طور جَنَّةٌ، صَلٰوةٌ، وغيره. اڪثر لفظن کي مؤنث بنائڻ جو طريقو بہ اهو ئي آهي تہ مذڪر لفظ جي آخري حرف تي زبر لڳائي ان جي اڳيان گول تا "ة" جو اضافو ڪيو ويندو آهي. مثال طور ڪَافِرٌ (ڪافر) مان ڪَافِرَةٌ (ڪافرياڻي)، حَسَنٌ (سنو، سهڻو) مان حَسَنَةٌ (سني، سهڻي) وغيره. هن قاعدي جا ڪجهہ استثناء پڻ آهن. مثلاً خَلِيْفَةٌ (مسلمانن جو حڪمران)، عَلَّامَةٌ (وڏو عالم)، هَمْزَةٌ، اُسَامَةُ وغيره. هنن لفظن جي آخر ۾ گول تا هجڻ جي باوجود هي مذڪر آهن.

پوئين سبق ۾ اسان اسم جي گردان ڪئي هئي تہ حالت جي لحاظ سان اسم جون ٽي (3) شڪليون نهيون هيون ۽ هاڻي مذڪر جون ٽي شڪليون ٿينديون ۽ مؤنث جون بہ ٽي شڪليون ٿينديون. اهڙيءَ طرح هاڻي هڪ لفظ جون ڪُل ڇهہ (6) شڪليون ٿينديون. جڏهن تہ سماعي مؤنث جون ٽي ئي شڪليون ٿينديون ڇو تہ انهن جو مذڪر نہ ٿيندو. انهن جو مثال هيٺ ڏجي ٿو:

| | حالتِ رفع | حالتِ نصب | حالتِ جر |
|---|---|---|---|
| مذڪر | ڪَافِرٌ | ڪَافِرًا | ڪَافِرٍ |
| مؤنث | ڪَافِرَةٌ | ڪَافِرَةً | ڪَافِرَةٍ |
| مذڪر | حَسَنٌ | حَسَنًا | حَسَنٍ |
| مؤنث | حَسَنَةٌ | حَسَنَةً | حَسَنَةٍ |
| مؤنث (سماعي) | نَفْسٌ | نَفْسًا | نَفْسٍ |

❖ هيٺ ڏنل لفظن جي گردان ڪريو:

| اَخٌ | ڀاءُ | هٰذِهٖ(م) | هيءُ (مؤنث) |
|---|---|---|---|
| اُخْتٌ | ڀيڻ | حُلْوٌ | مِنو |
| فَاسِقٌ | بدڪار | جَيِّدٌ | نهايت عُمدو |
| قَبِيْحٌ | خراب، بدصورت | جَهَنَّمُ (غ - س) | دوزخ |
| دَارٌ(س) | گهر | سُوْقٌ (س) | بازار |

## سبق نمبر 4 : اسم جو عدد

عدد جي لحاظ کان اسم گهٽو ڪري هر ٻوليءَ ۾ ٻن قسمن جو هوندو آهي. هڪ اڪيلي کي واحد (Singular) ۽ ٻه يا ٻن کان وڌيڪ کي جمع (Plural) چيو ويندو آهي. پر عربيءَ ۾ جمع ٽي ۽ ٽن کان وڌيڪ کي چيو ويندو آهي جڏهن ته ٻن جي لاءِ اسم ۽ فعل ۾ الڳ صيغو استعمال ٿيندو آهي. ٻن جي لاءِ استعمال ٿيندڙ صيغي کي ”تثنيه (تثنيو)“ چئبو آهي. اهڙيءَ طرح عربيءَ ۾ عدد جي لحاظ کان اسم ٽن قسمن جو هوندو آهي. واحد، تثنيه ۽ جمع.

**واحد مان تثنيه ناهڻ جو قاعدو:** اسم مذڪر هجي يا مؤنث، ٻنهي جو تثنيه ناهڻ جو هڪ ئي قاعدو آهي ته:

1) حالتِ رفع ۾ واحد اسم جي آخري حرف تي زبر ( ـَ ) لڳائي ان جي اڳيان الف ۽ نونِ مڪسوره (زير وارو نون) يعني (ـَانِ) جو اضافو ڪيو ويندو آهي. مثال طور مُسْلِمٌ ⟵ مُسْلِمَانِ ، مُسْلِمَةٌ ⟵ مُسْلِمَتَانِ.

2) حالتِ نصب ۽ حالتِ جر ۾ واحد اسم جي آخري حرف تي زبر لڳائي ان جي اڳيان يائي ساڪن ۽ نونِ مڪسوره يعني (ـَيْنِ) جو اضافو ڪيو ويندو آهي. جيئن :- مُسْلِمٌ ⟵ مُسْلِمَيْنِ ، مُسْلِمَةٌ ⟵ مُسْلِمَتَيْنِ.

| واحد | تثنيه | | |
|---|---|---|---|
| | رفع | نصب | جر |
| | ـَانِ | ـَيْنِ | ـَيْنِ |
| كِتَابٌ | كِتَابَانِ | كِتَابَيْنِ | كِتَابَيْنِ |
| جَنَّةٌ | جَنَّتَانِ | جَنَّتَيْنِ | جَنَّتَيْنِ |
| مُسْلِمٌ | مُسْلِمَانِ | مُسْلِمَيْنِ | مُسْلِمَيْنِ |
| مُسْلِمَةٌ | مُسْلِمَتَانِ | مُسْلِمَتَيْنِ | مُسْلِمَتَيْنِ |

❖ هيٺ ڏنل حديث ۾ تثنيه اسمن جي سڃاڻپ ڪريو ۽ انهن جا واحد اسم لکو:

كَلِمَتَانِ حَبِيبَتَانِ إِلَى الرَّحْمٰنِ خَفِيفَتَانِ عَلَى اللِّسَانِ ، ثَقِيلَتَانِ فِي الْمِيزَانِ ، سُبْحَانَ اللهِ وَبِحَمْدِهٖ ، سُبْحَانَ اللهِ الْعَظِيمِ (صحيح بخاری)

**واحد مان جمع ناهڻ جو طريقو:** عربي ٻوليءَ ۾ جمع ٻن قسمن جا هوندا آهن (1) جمع سَالِم (2) جمع مُڪسّر

**جمع سالم:** جمع سالم ۾ واحد جو صيغو برقرار رهندو آهي رڳو ان جي آخر ۾ ڪجهه حرفن جو اضافو ڪري جمع ناهيو ويندو آهي. جهڙي طرح انگريزي ٻوليءَ ۾ لفظ جي آخر ۾ s يا es لڳائي جمع ناهيو ويندو آهي. واحد مان تثنيه ناهڻ جو قاعدو مذڪر ۽ مؤنث ٻنهي لاءِ ساڳيو آهي پر واحد مان جمع سالم ناهڻ جو قاعدو مذڪر جي لاءِ الڳ آهي ۽ مؤنث جي لاءِ الڳ آهي.

**جمع مذڪر سالم ناهڻ جو قاعدو:** حالتِ رفع ۾ واحد اسم جي آخري حرف تي پيش ( ـُ ) لڳائي ان جي اڳيان واو ساڪن ۽ نون مفتوحه (زبر وارو نون) يعني (ـُوْنَ) جو اضافو ڪيو ويندو آهي. مثال طور مُسْلِمٌ⟵مُسْلِمُوْنَ.

جڏهن تہ حالتِ نصب ۽ حالتِ جر ۾ واحد اسم جي آخري حرف تي زير ( ـِ ) لڳائي ان جي اڳيان يائي ساڪن ۽ نونِ مفتوحہ يعني (ـِ يْنَ) جو اضافو ڪيو ويندو آهي. جيئن: مُسْلِمٌ ←مُسْلِمِيْنَ.

| واحد | جمع مذڪر سالم | | |
|---|---|---|---|
| | رفع | نصب | جر |
| | ـُ وْنَ | ـِ يْنَ | ـِ يْنَ |
| مُسْلِمٌ | مُسْلِمُوْنَ | مُسْلِمِيْنَ | مُسْلِمِيْنَ |
| فَاسِقٌ | فَاسِقُوْنَ | فَاسِقِيْنَ | فَاسِقِيْنَ |

**جمع مؤنث سالم ناهڻ جو قاعدو**: حالتِ رفع ۾ مؤنث اسم جي آخر ۾ گول تا "ة" ڪي هٽائي اڳيان (اتٌ) جو اضافو ڪيو ويندو آهي جڏهن تہ حالتِ نصب ۽ حالتِ جر ۾ آخر ۾ گول تا "ة" ڪي هٽائي (اتٍ) جو اضافو ڪيو ويندو آهي. جيئن: مُسْلِمَةٌ ← مُسْلِمَاتٌ ۽ مُسْلِمَاتٍ.

| واحد | جمع مؤنث سالم | | |
|---|---|---|---|
| | رفع | نصب | جر |
| | اتٌ | اتٍ | اتٍ |
| مُسْلِمَةٌ | مُسْلِمَاتٌ | مُسْلِمَاتٍ | مُسْلِمَاتٍ |
| فَاسِقَةٌ | فَاسِقَاتٌ | فَاسِقَاتٍ | فَاسِقَاتٍ |

**جمع مڪسّر**: هي اهو جمع آهي جنهن ۾ واحد جي صيغي جو اصل وزن يا تہ پڇي پوندو آهي يا وري پوري طرح تبديل ٿي ويندو آهي. جمع مڪسّر ناهڻ جو ڪو اصول يا قاعدو نہ آهي. مثال طور انگريزيءَ ۾ His جو جمع Their ۽ Tooth جو جمع Teeth آهي. اهڙي طرح عربيءَ ۾ عَبْدٌ (بندو، غلام) جو جمع عِبَادٌ ۽ اِمْرَأَةٌ (عورت) جو جمع نِسَاءٌ ايندو آهي. [اَقْلَامٌ ، اَمْرَاضٌ ، جِبَالٌ ، عِبَادٌ ، قُلُوْبٌ ، نُفُوْسٌ ، كُتُبٌ ، رُسُلٌ ، غُرَبَاءُ ، شُعَرَاءُ ، وُزَرَاءُ ، اَنْبِيَاءُ ، مَسَاجِدُ ، مَدَارِسُ]

پوئين سبق ۾ اسان اسم جي گردان ڪئي هئي تہ ان جون ڇهہ شڪليون نهيون هيون. هاڻي اسان واحد، تثنيہ ۽ جمع بہ ناهينداسين تہ هاڻي هڪ لفظ جون ارڙهن (18) شڪليون ٿينديون. البت غير حقيقي مذڪر ۽ غير حقيقي مؤنث جون نو (9) شڪليون ئي نهنديون.

| | اعراب جي صورت | | | کهڙي قسم جا اسم هن صورت ۾ ايندا آهن |
|---|---|---|---|---|
| | رفع | نصب | جر | |
| 1 | ـٌ | ـً | ـٍ | منصرف، واحد ۽ جمع مڪسر |
| 2 | ـُ | ـَ | ـَ | غير منصرف |
| 3 | ـَانِ | ـَيْنِ | ـَيْنِ | تثنيہ |
| 4 | ـُوْنَ | ـِيْنَ | ـِيْنَ | جمع مذڪر سالم |
| 5 | ـَاتٌ | ـَاتٍ | ـَاتٍ | جمع مؤنث سالم |

## اسم جي گردان

| | | حالتِ رفع | حالتِ نصب | حالتِ جر |
|---|---|---|---|---|
| مذکر | واحد | مُسْلِمٌ | مُسْلِمًا | مُسْلِمٍ |
| | تثنيه | مُسْلِمَانِ | مُسْلِمَيْنِ | مُسْلِمَيْنِ |
| | جمع | مُسْلِمُوْنَ | مُسْلِمِيْنَ | مُسْلِمِيْنَ |
| مؤنث | واحد | مُسْلِمَةٌ | مُسْلِمَةً | مُسْلِمَةٍ |
| | تثنيه | مُسْلِمَتَانِ | مُسْلِمَتَيْنِ | مُسْلِمَتَيْنِ |
| | جمع | مُسْلِمَاتٌ | مُسْلِمَاتٍ | مُسْلِمَاتٍ |
| مذکر غيرحقيقي | واحد | كِتَابٌ | كِتَابًا | كِتَابٍ |
| | تثنيه | كِتَابَانِ | كِتَابَيْنِ | كِتَابَيْنِ |
| | جمع | كُتُبٌ | كُتُبًا | كُتُبٍ |
| مؤنث غيرحقيقي | واحد | جَنَّةٌ | جَنَّةً | جَنَّةٍ |
| | تثنيه | جَنَّتَانِ | جَنَّتَيْنِ | جَنَّتَيْنِ |
| | جمع | جَنَّاتٌ | جَنَّاتٍ | جَنَّاتٍ |

❖ **هيٺ ڏنل لفظن جي گردان ڪريو:**

- مُؤْمِنٌ ، مُشْرِكٌ، عَالِمٌ (ج عُلَمَاءُ)          (ج = جمع)
- **سماعي مذڪر:** مَسْجِدٌ (ج مَسَاجِدُ) ، دَرْسٌ (ج دُرُوْسٌ)
- **سماعي مؤنث:** اُذُنٌ (ج اٰذَانٌ) [ڪن] ، رِجْلٌ (ج اَرْجُلٌ) [پير]
- **علامتي مؤنث:** اٰيَةٌ [نشاني] ، بَيِّنَةٌ [واضح دليل، واضح نشاني]

## سبق نمبر 5 : اسم جي وسعت

وسعت (Kind) جي لحاظ کان اسم ٻن قسمن جو هوندو آهي. (1) اسم نڪره [اسم عام— Common Noun] ۽ (2) اسم معرفه [اسم خاص — Proper Noun].

**اسم نڪره:** اُن کي چيو ويندو آهي جيڪو ڪنهن عام شيءِ جي لاءِ ڳالهايو وڃي. يعني اهو ڪنهن خاص شيءِ، جاءِ يا ماڻهو جو نالو نہ هجي. مثال طور: كِتَابٌ (ڪو بہ ڪتاب)، غُرْفَةٌ (ڪو بہ ڪمرو)، رَجُلٌ (ڪو بہ ماڻهو) وغيره. اسم نڪره جي علامت اها آهي تہ ان جي آخري حرف تي عمومًا ٻٽي حرڪت يعني تنوين (ــٌ ،ــً ،ــٍ) ايندي آهي.

**اسم معرفہ:** اهو اسم جيڪو ڪنهن خاص شيءِ، جاءِ يا ماڻهو جو نالو هجي تہ ان کي اسم معرفه چيو ويندو آهي. مثال طور: اَلْكِتَابُ (خاص ڪتاب)، مَكَّةُ (خاص شهر جو نالو)، مُحَمَّدٌ (خاص ماڻهو جو نالو).

**اسم معرفہ جا قِسم:**

1. **اسمِ علم:** ڪنهن شيءِ، جاءِ يا ماڻهوءَ جو ذاتي نالو. جيئن حَامِدٌ ، مُحَمَّدٌ ، بَغْدَادُ ، بَاكِسْتَانُ
2. **اسم ضمير (Pronoun):** اهي لفظ جيڪي ڪنهن نالي جي جڳهہ تي (بدران) استعمال ٿين. مثلاً: هُوَ (هو)، اَنْتَ (تون)، اَنَا (آئون) وغيره.
3. **اسم اشارو:** اهي لفظ جيڪي ڪنهن شيءِ ڏانهن اشارو ڪن. مثلاً هٰذَا (هي- مذڪر) ، ذٰلِكَ (هو- مذڪر)

4. **اسم موصول** (Conjunction)**:** اهي لفظ جيڪي ٻن جملن کي ملائڻ لاءِ استعمال ٿين ٿا. مثلاً: اَلَّذِىْ (اُهو جيڪو- مذکر) ، اَلَّتِىْ (اُها جيڪا- مؤنث)
5. **اسم معرف باللام:** اهو نڪره اسم جنهن کي ”اَلْ“ لڳائي معرفه بڻايو ويو هجي. جيئن رَجُلٌ (ڪو ٻہ ماڻهو) مان اَلرَّجُلُ (مخصوص ماڻهو)

**معرف باللام ٺاهڻ جا قاعدا:** جيڪڏهن لفظ كِتَابٌ لکبو تہ ان جي معنىٰ ٿيندي ”ڪو ٻہ ڪتاب“، پر جيڪڏهن اَلْكِتَابُ لکبو تہ ان جي معنىٰ ٿيندي ”ڪو خاص ڪتاب“. جيئن انگريزيءَ ۾ ڪنهن اسم جي آڏو " The " لڳائڻ سان خصوصيت جي معني پيدا ٿيندي آهي:”A Book“ ”ڪو عام ڪتاب“ ۽ ”The Book“ ”خاص ڪتاب“. ائين ئي عربي ٻوليءَ ۾ ڪنهن نڪره اسم (اسم عام) کي اسم معرفه (اسم خاص) ۾ تبديل ڪرڻ لاءِ ڪجھ قاعدا آهن جيڪي هيٺ ڏجن ٿا:

1. نڪره اسم جي اڳيان " اَلْ " لڳائي آخري حرف تي ٻٽي حرکت يعني تنوين کي ختم ڪري اڪيلي حرکت لڳائي ويندي آهي: فَرَسٌ (ڪو ٻہ گهوڙو) ⟵ اَلْفَرَسُ (مخصوص گهوڙو)، كِتَابٌ (ڪو ٻہ ڪتاب) ⟵ اَلْكِتَابُ (خاص ڪتاب).
2. غير منصرف اسم حالتِ جر ۾ زير قبول ڪندا آهن. جيئن: اَلْمَسَاجِدُ — اَلْمَسَاجِدَ — اَلْمَسَاجِدِ۔
3. پڙهڻ مهل حروفِ شمسي ۽ حروف قمري جو خيال رکيو ويندو آهي.

**حروفِ قمري:** ب ج ح خ ع غ ف ق ك م و ه ء ى **(لام پڙهيو ويندو آهي)** (حق کا خوف عجب غم ہے)

اَلْقَمَرُ اَلْاِنْسَانُ اَلْعِزَّةُ اَلْقَوْمُ اَلْعَابِدُ اَلْجَاهِلُ اَلْمَلِكُ اَلْحُكْمُ اَلْجَبَّارُ اَلْخَادِمُ

**حروفِ شمسي:** ت ث د ذ ر ز س ش ص ض ط ظ ل ن **(لام نہ پڙهيو ويندو آهي)**

اَلشَّمْسُ اَلرَّسُوْلُ اَلظَّالِمُ اَلصَّابِرُ اَلطِّفْلُ اَلشَّيْطَانُ

| | | حالتِ رفع | حالتِ نصب | حالتِ جر |
|---|---|---|---|---|
| مذکر | واحد | اَلْمُسْلِمُ | اَلْمُسْلِمَ | اَلْمُسْلِمِ |
| | تثنيہ | اَلْمُسْلِمَانِ | اَلْمُسْلِمَيْنِ | اَلْمُسْلِمَيْنِ |
| | جمع | اَلْمُسْلِمُوْنَ | اَلْمُسْلِمِيْنَ | اَلْمُسْلِمِيْنَ |
| مؤنث | واحد | اَلْمُسْلِمَةُ | اَلْمُسْلِمَةَ | اَلْمُسْلِمَةِ |
| | تثنيہ | اَلْمُسْلِمَتَانِ | اَلْمُسْلِمَتَيْنِ | اَلْمُسْلِمَتَيْنِ |
| | جمع | اَلْمُسْلِمَاتُ | اَلْمُسْلِمَاتِ | اَلْمُسْلِمَاتِ |

❖ **هيٺ ڏنل لفظن جي گردان ڪريو:**

- **(36) صيغا ٺاهيو:** صَادِقٌ كَاذِبٌ جَاهِلٌ (ج جُهَلَاءُ)
- **سماعي مذکر (18) صيغا ٺاهيو:** ذَنْبٌ (ج ذُنُوْبٌ) [گناھ] ، وَلِيٌّ (ج اَوْلِيَاءُ) [دوست]
- **سماعي مؤنث (18) صيغا ٺاهيو:** سُوْقٌ (ج اَسْوَاقٌ) [بازار] ، نَفْسٌ (ج اَنْفُسٌ) [جان]
- **علامتي مؤنث (18) صيغا ٺاهيو:** سَيِّئَةٌ [برائي] ، سَيَّارَةٌ [ڪار، موٽر]

﴿اِنَّ اللّٰهَ يَرْفَعُ بِهٰذَا الْكِتٰبِ اَقْوَامًا وَيَضَعُ بِهٖ آخَرِيْنَ﴾ (مسلم)

الله تعالىٰ هن ڪتاب ( قرآن پاڪ) ذريعي ڪِن قومن کي عروج بخشيندو آهي ۽ ڪِن کي اُن سان ذليل ۽ رسوا (خوار) ڪندو آهي.

## مرکب [Compounds]

ٻن يا ٻن کان وڌيڪ لفظن جي پاڻ ۾ تعلق کي ”ترڪيب“ ۽ انهن جي مجموعي کي ”مرکب“ چئبو آهي. مرکب ٻن قسمن جا ٿيندا آهن: (1) مرکب ناقص Incomplete Sentence (2) مرکب تام Complete Sentence

**مرکب ناقص**: اهڙو مرکب جنهن سان ڳالهه پوري نه ٿئي. يعني هي اڻپورو جملو يا جملي جو حصو هوندو آهي مثلاً: ”زيد جي پين“ ۽ ”مسجد جو دروازو“ وغيره. مرکب ناقص جا ڪئي قسم آهن، جيئن: مرکب عطفي، مرکب توصيفي، مرکب اضافي، مرکب جاري، مرکب اشاري وغيره.

**مرکب تام/ جملو**: اهو مرکب جنهن سان ڳالهه مکمل ٿي وڃي. مثلاً: ”زيد جي پين مهنگي آهي“ ۽ ”مسجد جو دروازو ويڪرو آهي“ وغيره. مرکب تام کي جملو به چيو ويندو آهي. جملا ٻن قسمن جا هوندا آهن:

(1) جملہ اسميہ (جيڪو اسم سان شروع ٿئي) (2) جملہ فعليہ (جيڪو فعل سان شروع ٿئي)

## سبق نمبر 6 : مرکب عطفي

اهڙو مرکب جنهن ۾ ٻن اسمن جي وچ ۾ حرفِ عطف اچي.

### حروفِ عطف

| وَ – ۽ | اَوْ – يا | ثُمَّ – پوءِ |
|---|---|---|
| اَمْ – يا | فَ – تہ پوءِ | لٰكِنْ – پر |

هن سبق ۾ اسين بہ ٽي حرف عطف پڙهنداسين. يعني (1) وَ – ۽ (2) اَوْ – يا

**مرکب عطفي جي متعلق ڪجهہ قاعدا:**

(1) **يرملون جو قاعدو:** (i) اِبْرَاهِيْمُ وَ اِسْمَاعِيْلُ (ابراهيم ۽ اسماعيل) (ii) شَاكِرٌ وَّ عَادِلٌ (شکر ڪرڻ وارو ۽ عدل ڪرڻ وارو). جيڪي لفظ ی، ر، م، ل، و، ن (يرملون) سان شروع ٿين، انهن کي ماقبل (پاڻ کان اڳئين) لفظ سان ملائي پڙهيو ويندو آهي جيڪڏهن ماقبل نون ساڪن يا تنوين هجي.

(2) **همزة الوصل جو قاعدو:** اَلصَّادِقُ وَالْحَسَنُ (سچو ۽ خوبصورت). جنهن لفظ تي لامِ تعريف لڳل هجي تہ اهو پاڻ کان اڳئين لفظ سان ملائي پڙهيو ويندو آهي. ۽ هن صورت ۾ لام تعريف جو همزه تہ موجود هوندو آهي پر پڙهيو نہ ويندو آهي. وَاَلْحَسَنُ لکڻ ۽ پڙهڻ غلط آهي جڏهن تہ وَالْحَسَنُ لکڻ ۽ پڙهڻ درست آهي. اهو همزه جيڪو پهرين لفظ سان ملائڻ جي ڪري پڙهڻ ۾ نہ ايندو آهي ان کي ”همزة الوصل“ چيو ويندو آهي. لام تعريف جي همزه کان علاوه اِبْنٌ (پٽ)، اِمْرَأَةٌ (عورت) ۽ اِسْمٌ (نالو) جو همزه بہ همزة الوصل آهي.

(3) **ساڪن لفظ کي اڳيان ملائڻ جو قاعدو:** صَادِقٌ اَوْ كَاذِبٌ (هڪ سچو يا هڪ ڪوڙو)، اَلصَّادِقُ اَوِ الْكَاذِبُ (سچو يا ڪوڙو). همزة الوصل کان پهريون لفظ جيڪڏهن ساڪن هجي تہ ان کي عمومًا زير ڏئي اڳيان ملايو ويندو آهي. لفظ مِنْ (کان) هن قاعدي جو استثناء آهي. جيئن مِنَ الْمَسْجِدِ (مسجد کان).

❖ **قرآني آيتن جو ترجمو ڪريو:**

اَلْمُسْلِمِيْنَ وَ الْمُسْلِمٰتِ وَ الْمُؤْمِنِيْنَ وَ الْمُؤْمِنٰتِ وَ الْقٰنِتِيْنَ وَ الْقٰنِتٰتِ وَ الصّٰدِقِيْنَ وَ الصّٰدِقٰتِ وَ الصّٰبِرِيْنَ وَ الصّٰبِرٰتِ وَ الْخٰشِعِيْنَ وَ الْخٰشِعٰتِ وَ الْمُتَصَدِّقِيْنَ وَ الْمُتَصَدِّقٰتِ وَ الصَّآئِمِيْنَ وَ الصّٰٓئِمٰتِ (الاحزاب : 35) اَلْاَوَّلُ وَ الْاٰخِرُ وَ الظَّاهِرُ وَ الْبَاطِنُ (الحديد : 3)

اَلنَّاسُ وَ الْحِجَارَةُ (البقرة : 24) اَلذِّلَّةُ وَ الْمَسْكَنَةُ (البقرة : 61) هُوْدًا اَوْ نَصٰرٰى (البقرة : 111)

صِيَامٍ اَوْ صَدَقَةٍ اَوْ نُسُكٍ (البقرة : 196) صَغِيْرًا اَوْ كَبِيْرًا (البقرة : 282) ذَكَرٍ اَوْ اُنْثٰى (آل عمران : 195)

غَنِيًّا اَوْ فَقِيْرًا (النسآء : 135) لَعِبٌ وَّ لَهْوٌ وَّ زِيْنَةٌ (الحديد : 20)

## سبق نمبر 7 : مرڪب توصيفي

مرڪب توصيفي اهڙو مرڪب آهي جنهن ۾ هڪڙو اسم ٻئي اسم جي صفت بيان ڪندو آهي. مثال طور: "نيڪ ماڻهو". هن ۾ اسم "نيڪ"، اسم "ماڻهو" جي صفت بيان ڪري رهيو آهي. مرڪب توصيفي جا ٻه جُز هوندا آهن موصوف ۽ صفت.

- **موصوف** : جنهن اسم جي صفت بيان ڪئي وڃي ان کي موصوف چئبو آهي.
- **صفت** : جيڪو اسم "صفت" بيان ڪري ان کي صفت چئبو آهي.

### مرڪب توصيفي جا گرامري قاعدا:

1) عربيءَ ۾ پهرين موصوف ايندو آهي ۽ پوءِ صفت ايندي آهي. [مرڪب توصيفي = موصوف + صفت]

⇦ اَلْوَلَدُ الْحَسَنُ — نيڪ ڇوڪرو

2) سنڌيءَ ۾ ترجمو ترتيب جي اُبتڙ ڪيو ويندو آهي. سنڌيءَ ۾ صفت پهرين ۽ موصوف بعد ۾ ايندو آهي.

3) مرڪب توصيفي جو هڪ اهم قاعدو هيءُ آهي تہ صفت اسم جي چئني پهلوئن (حالت، جنس، عدد، وسعت) جي لحاظ کان موصوف جي مطابق ٿيندي. يعني (1) موصوف جيڪڏهن حالتِ رفع ۾ آهي تہ صفت بہ حالتِ رفع ۾ هوندي. (2) موصوف جيڪڏهن مذڪر آهي تہ صفت بہ مذڪر ٿيندي. (3) موصوف جيڪڏهن واحد آهي تہ صفت بہ واحد ٿيندي ۽ (4) جيڪڏهن موصوف معرفه آهي تہ صفت بہ معرفه ٿيندي.

4) ترجمو ڪرڻ مهل نڪره ۽ معرفه جو خيال رکيو ويندو آهي.

⇦ مُسْلِمُوْنَ صَالِحُوْنَ — ڪجهہ نيڪ مسلمان

⇦ اَلْمُسْلِمُوْنَ الصَّالِحُوْنَ — نيڪ مسلمان

5) يرملون جو قاعدو مرڪب توصيفي ۾ بہ لڳندو آهي جڏهن موصوف ۽ صفت نڪره هجن. جيڪڏهن صفت جو پهريون حرف يرملون مان هجي تہ پوءِ موصوف ۽ صفت جي وچ ۾ ادغام ٿيندو. جيئن: رَجُلٌ رَّحِيْمٌ (هڪ رحمدل ماڻهو) ۽ مَسْجِدٌ وَّاسِعٌ (هڪ ڪشادي مسجد).

❖ **لفظ خَادِمٌ (خادم) جي 36 شڪلين سان هر هڪ سان صفت صَالِحٌ (نيڪ) لڳائي 36 مرڪب توصيفي ٺاهيو ۽ هر هڪ جو ترجمو پڻ لکو.**

❖ **قرآني آيتن جو ترجمو ڪريو:** رِجَالٌ مُّؤْمِنُوْنَ وَ نِسَآءٌ مُّؤْمِنٰتٌ (الفتح : 25)

فَاحِشَةٍ مُّبَيِّنَةٍ (النسآء : 19) صَعِيْدًا طَيِّبًا (النسآء : 43) اِثْمًا عَظِيْمًا (النسآء : 48) ضَلٰلًا بَعِيْدًا (النسآء : 60)

شَهْرَيْنِ مُتَتَابِعَيْنِ (النسآء : 92) فَسَادٌ كَبِيْرٌ (الأنفال : 73) اَلْحَجِّ الْاَكْبَرِ (التوبة : 3) شَجَرَةٍ مُّبٰرَكَةٍ (النور : 35)

اَلْعَمَلُ الصَّالِحُ (فاطر : 10) اَلدِّيْنُ الْخَالِصُ (الزمر : 3) نَاصِيَةٍ كَاذِبَةٍ (العلق : 16) لَيْلًا طَوِيْلًا (الدهر: 26)

اَلْقُرْاٰنِ الْمَجِيْدِ (قٓ : 1) فَتْحٌ قَرِيْبٌ (الصف : 13) مُلْكًا كَبِيْرًا (الدهر: 20) اَلنَّجْمُ الثَّاقِبُ (الطارق : 3)

جَنَّةٍ عَالِيَةٍ (الغاشية: 10) عَيْنٌ جَارِيَةٌ (الغاشية : 12) عِيْشَةٍ رَّاضِيَةٍ (القارعة : 7)

### مرڪب توصيفي جا ڪجهہ وڌيڪ گرامري قاعدا:

6) موصوف جيڪڏهن غير عاقل جي جمع مڪسّر هوندو تہ صفت واحد مؤنث ايندي.

⇦ [عاقل = انسان، جن، فرشتا] اَلْاَقْلَامُ الطَّوِيْلَةُ — (ڊگها قلمَ)

7) جيڪڏهن صفت معرف باللام هجي ۽ ان جي ماقبل لفظ جي آخري حرف تي تنوين هجي تہ اُن تنوين جي نون (نونِ قطني) کي ظاهر ڪري اڳيان ملائي پڙهيو ويندو آهي.

⇦ زَيْدٌ اَلْعَالِمُ ⟵ زَيْدُنْ اَلْعَالِمُ ⟵ زَيْدُنِ الْعَالِمُ [عالم زيد]

❖ قرآني آيتن جو ترجمو ڪريو:

مَغَانِمَ كَثِيْرَةً (الفتح : 19) مَسٰكِنَ طَيِّبَةً (الصف : 12) اَلْاَيَّامِ الْخَالِيَةِ (الحاقة : 24)

حُمُرٌ مُّسْتَنْفِرَةٌ (المدثر : 50) سُرُرٌ مَّرْفُوْعَةٌ (الغاشية: 13) اَكْوَابٌ مَّوْضُوْعَةٌ (الغاشية: 14)

نَمَارِقُ مَصْفُوْفَةٌ (الغاشية: 15) زَرَابِيُّ مَبْثُوْثَةٌ (الغاشية: 16) صُحُفًا مُّطَهَّرَةً (البينة: 2) كُتُبٌ قَيِّمَةٌ (البينة: 3)

# سبق نمبر 8 : جمله اسميه

اهڙو مرڪب جيڪو اسم سان شروع ٿئي ۽ ان ۾ ڳالھ پوري ٿي وڃي تہ ان کي جملہ اسميہ چئبو آهي. مثال طور "مسجد ڪشادي آهي". هن جملي جي شروعات اسم سان ٿي آهي ۽ ڳالھ بہ پوري ٿي رهي آهي. هن جملي ۾ ٻہ جُز آهن. هڪ آهي "مسجد" جنهن متعلق ڳالھ ڪئي پئي وڃي ۽ ٻيو جز آهي "ڪشادي آهي" يعني ھي اها ڳالھ آهي جيڪا پهرين جز جي متعلق ڪئي پئي وڃي. عربي ۾ بہ جملہ اسميہ جا اهم جز ٻہ ئي آهن. پهرين جز کي "مبتدا" (Subject) ۽ ٻئي جز کي "خبر" (Predicate) چيو ويندو آهي. [ جملہ اسميہ = مبتدا + خبر ]

**جملہ اسميہ جا قاعدا:**

1. پهرين مبتدا ايندي آهي ۽ ان کان پوءِ خبر ايندي آهي.
2. مبتدا عمومًا معرفه ۽ خبر عمومًا نکره هوندي آهي. اَلْمَسْجِدُ وَسِيْعٌ
3. سنڌيءَ ۾ ترجمو سڌو ئي ٿيندو. مثلاً: اَلْمَسْجِدُ وَسِيْعٌ ⟵ "مسجد ڪشادي آهي"
4. جنس ۽ عدد جي لحاظ کان خبر مبتدا جي مطابق هوندي آهي. (مرڪب توصيفي، ۽ اسميہ جملي ۾ فرق)
5. مبتدا جيڪڏهن غير عاقل جي جمع مکسر هوندي تہ ان جي خبر واحد مؤنث ايندي. اَلْمَسَاجِدُ وَسِيْعَةٌ
6. ترجمو ڪرڻ مهل آخر ۾ " آهي" يا " آهن" جو اضافو ڪيو ويندو آهي

❖ **جملن جو ترجمو ڪريو:** اَلْعَذَابُ شَدِيْدٌ اَللّٰهُ عَلِيْمٌ اَلْاَقْلَامُ طَوِيْلَةٌ اَلْقُلُوْبُ مُطْمَئِنَّةٌ

❖ قرآني آيتن جو ترجمو ڪريو:

اَللّٰهُ بَصِيْرٌ (البقرة : 96) اَلرِّجَالُ قَوّٰمُوْنَ (النسآء : 34) اَلصُّلْحُ خَيْرٌ (النسآء : 128)

اَلْمُؤْمِنُوْنَ اِخْوَةٌ (الحجرات : 10) اَللّٰهُ قَدِيْرٌ (الممتحنة : 7) اَللّٰهُ اَحَدٌ (الإخلاص : 1)

**جملہ اسميہ نافيہ:**

1. جملہ اسميہ جي شروع ۾ لفظ "مَا" يا "لَيْسَ" جو اضافو ڪرڻ سان جملي ۾ نفي (Negative) جو مفهوم پيدا ٿئي ٿو.
2. " مَا " يا " لَيْسَ " جي لڳڻ سان جملي ۾ معنوي تبديليءَ سان گڏوگڏ اعرابي تبديلي پڻ ايندي آهي. يعني اهي جملي ۾ نفي جو مفهوم پيدا ڪندا آهن ۽ گڏوگڏ خبر کي حالت نصب ۾ تبديل ڪري ڇڏيندا آهن. مثلاً: اَلدَّرْسُ طَوِيْلٌ ⟵ لَيْسَ الدَّرْسُ طَوِيْلًا (سبق ڊگھو نہ آهي)، مَا زَيْدٌ قَبِيْحًا (زيد بدصورت نہ آهي)
3. يا وري "مَا" يا "لَيْسَ" خبر تي حرفِ جر "ب" جو اضافو ڪري خبر کي حالت جر ۾ تبديل ڪري ڇڏيندا آهن. مثلاً: لَيْسَ الدَّرْسُ بِطَوِيْلٍ (سبق ڊگھو نہ آهي)، مَا زَيْدٌ بِقَبِيْحٍ (زيد بدصورت نہ آهي).
4. "لَيْسَ" صرف مذڪر مبتدا سان گڏ استعمال ٿيندو آهي. جڏهن مبتدا مؤنث هوندو تہ ان لاءِ "لَيْسَتْ" استعمال ٿيندو. لَيْسَتِ الْبِنْتُ كَاذِبَةً (ڇوڪري ڪوڙي نہ آهي).

❖ **جملن جو ترجمو ڪريو:** اَلْفِئَةُ كَثِيْرَةٌ مَا الْفِئَةُ قَلِيْلَةً مَا الْفِئَةُ بِكَثِيْرَةٍ

اَللّٰهُ مُحِيْطٌ مَا اللّٰهُ بِغَافِلٍ اَلْمُعَلِّمَتَانِ كَسْلَانَتَانِ مَا الْمُعَلِّمَتَانِ مُجْتَهِدَتَيْنِ مَا الْمُعَلِّمَتَانِ بِمُجْتَهِدَتَيْنِ

لَيْسَ الْمُعَلِّمُ بِكَسْلَانٍ    لَيْسَ الْمُعَلِّمُ كَسْلَانًا    مَا الْمُعَلِّمُوْنَ كَسْلَانِيْنَ    مَا الْمُعَلِّمُوْنَ بِكَسْلَانِيْنَ    مَا الطَّالِبَاتُ حَاضِرَاتٍ

مَا الطَّالِبَاتُ بِحَاضِرَاتٍ    اَلْاَوْلَادُ قَائِمُوْنَ    مَا الْاَوْلَادُ قَائِمِيْنَ

**جملہ اسميہ تاڪيديہ:**

جملي جي شروع ۾ " اِنَّ " (بيشڪ، يقينًا) لڳائڻ سان جملي ۾ تاڪيد جو مفهوم پيدا ٿي ويندو آهي. مثلاً: اَلدَّرْسُ طَوِيْلٌ ← اِنَّ الدَّرْسَ طَوِيْلٌ (يقينًا سبق ڊگهو آهي)، اِنَّ زَيْدًا صَالِحٌ (بيشڪ زيد نيڪ آهي).

1. "اِنَّ" معنوي تبديلي سان گڏ اعرابي تبديلي پڻ آڻيندو آهي يعني اِنَّ جي لڳڻ سان مبتدا نصب ۾ اچي ويندو آهي. (خبر تي ڪو بہ اثر نہ ٿيندو آهي).

**جملہ اسميہ سواليہ:**

1. جملہ اسميہ جي شروع ۾ " اَ " (ڇا) يا " هَلْ " (ڇا) لڳائڻ سان جملي ۾ سواليہ مفهوم پيدا ٿيندو آهي. ۽ ڪا اعرابي تبديلي نہ ايندي آهي. أَزَيْدٌ صَالِحٌ (ڇا زيد نيڪ آهي؟)، هَلِ الدَّرْسُ طَوِيْلٌ (ڇا سبق ڊگهو آهي؟).

❖ **قرآني آيتن جو ترجمو ڪريو:**

اِنَّ اللّٰهَ عَزِيْزٌ حَكِيْمٌ (البقرة : 220)    اَلَيْسَ الصُّبْحُ بِقَرِيْبٍ (هود : 81)    بَلٰى اِنَّ اللّٰهَ عَلِيْمٌ (النحل : 28)

اِنَّ السَّاعَةَ اٰتِيَةٌ (طٰهٰ : 15)    اَلَيْسَ اللّٰهُ بِكَافٍ (الزمر : 36)    اَلَيْسَ اللّٰهُ بِعَزِيْزٍ (الزمر : 37)

فَاِنَّ الْاِنْسَانَ كَفُوْرٌ (الشورى : 48)    اِنَّ الْمُنٰفِقِيْنَ لَكٰذِبُوْنَ (المنافقون : 1)

**جملہ اسميہ ۾ ناقص مرڪبن جو استعمال:**

1. مبتدا ۽ خبر مفرد يا مرڪب، ٻنهي صورتن ۾ ايندا آهن:

i) مبتدا مرڪب ۽ خبر مفرد    اَلرَّجُلُ الطَّيِّبُ حَاضِرٌ    (سٺو ماڻهو حاضر آهي)

ii) مبتدا مفرد ۽ خبر مرڪب    زَيْدٌ رَجُلٌ طَيِّبٌ    (زيد هڪ سٺو ماڻهو آهي)

iii) مبتدا ۽ خبر ٻئي مرڪب    اَلصَّبْرُ الْجَمِيْلُ فَوْزٌ كَبِيْرٌ    (صبر جميل وڏي ڪاميابي آهي)

2. مبتدا جيڪڏهن هڪ کان وڌيڪ هجن ۽ مختلف الجنس هجن تہ خبر مذڪر ايندي.

اَلْمُعَلِّمُ وَالْمُعَلِّمَةُ صَادِقَانِ    (استاد ۽ استاداڻي ٻئي سچا آهن)

❖ **جملن جو ترجمو ڪريو:** اَلشَّيْطٰنُ عَدُوٌّ مُّبِيْنٌ    اِنَّ الشَّيْطٰنَ عَدُوٌّ مُّبِيْنٌ    لَيْسَ الشَّيْطٰنُ وَلِيًّا حَمِيْمًا

اَلشِّرْكُ ضَلٰلٌ مُّبِيْنٌ    اِنَّ الشِّرْكَ ظُلْمٌ عَظِيْمٌ    هَلِ الْعَبْدُ الْمُؤْمِنُ مُفْلِحٌ    نَعَمْ! اِنَّ الْعَبْدَ الْمُؤْمِنَ مُفْلِحٌ

اَلْفِئَةُ الْكَثِيْرَةُ وَالْفِئَةُ الْقَلِيْلَةُ حَاضِرَتَانِ    اَلصَّبْرُ الْجَمِيْلُ فَوْزٌ كَبِيْرٌ    هَلِ الْمُعَلِّمَاتُ الْمُجْتَهِدَاتُ قَاعِدَاتٌ

مَا الْمُعَلِّمَاتُ الْمُجْتَهِدَاتُ قَاعِدَاتٍ    اِنَّ الْمُعَلِّمَاتِ الْمُجْتَهِدَاتِ قَائِمَاتٌ

## سبق نمبر 9 : ضمير (جمله اسميه)

اهو لفظ جيڪو ڪنهن اسم جي بدران ڪم اچي ان کي ضمير چئبو آهي. جڏهن بہ ڪنهن جي باري ۾ ڪا ڳالهہ ٿيندي آهي تہ ان جا ٽي امڪان آهن:

i. جنهن جي متعلق ڳالهہ ٿئي اهو "غائب" يعني غير حاضر هجي. جيئن: هُو ڊاڪٽر آهي. (هو، اُهو، اُها، اُهي)

ii. جنهن جي متعلق ڳالهہ ٿئي اهو "مخاطب" يعني سامهون حاضر هجي. جيئن: ڇا تون استاد آهين. (تون، توهان)

iii. خود پنهنجي متعلق ڳالهہ ڪندو هجي يعني "متڪلم" هجي. جيئن: آئون استاد آهيان. (آئون، اسان، اسين)

عربيءَ جي ضميرن ۾ نہ صرف غائب، مخاطب ۽ متڪلم جو فرق هوندو آهي بلڪ جنس ۽ عدد جو فرق بہ واضح هوندو آهي

## ضمائر مرفوعه منفصله

| | | واحد | تثنيه | جمع |
|---|---|---|---|---|
| غائب | مذکر | هُوَ (He)<br>هو (هڪ مذڪر) | هُمَا (They)<br>أهي (ٻہ مذڪر) | هُمْ (They)<br>أهي (سڀ مذڪر) |
| | مؤنث | هِيَ (She)<br>هو (هڪ مؤنث) | هُمَا (They)<br>أهي (ٻہ مؤنث) | هُنَّ (They)<br>أهي (سڀ مؤنث) |
| مخاطب/ حاضر | مذکر | اَنْتَ (You)<br>تون (هڪ مذڪر) | اَنْتُمَا (You)<br>توهان (ٻہ مذڪر) | اَنْتُمْ (You)<br>توهان (سڀ مذڪر) |
| | مؤنث | اَنْتِ(You)<br>تون (هڪ مؤنث) | اَنْتُمَا (You)<br>توهان (ٻہ مؤنث) | اَنْتُنَّ (You)<br>توهان (سڀ مؤنث) |
| متکلم | مذکر و مؤنث | اَنَا (I)<br>آئون | نَحْنُ (We)<br>اسان ٻہ | نَحْنُ (We)<br>اسان سڀ |

**ضمائر مرفوع منفصل جي متعلق ڪجھ اهم ڳالهيون نوٽ ڪريو:**

1. هي ضمير معرفه هوندا آهن ۽ جملن ۾ اڪثر مبتدا ٿي ايندا آهن. جيئن: هُوَ رَجُلٌ صَالِحٌ (هو هڪ نيڪ ماڻهو آهي).
2. هي ضمير ڪنهن لفظ سان ملائي نہ لکبا آهن بلڪ اِنهن کي ڌار ڌار لکيو ۽ پڙهيو ويندو آهي.
3. ضمير " اَنَا " کي پڙهڻ مهل الف کان بغير يعني " اَنَ " پڙهيو ويندو آهي.
4. خبر عمومًا نڪره ايندي آهي پر ان جا ٻہ استثناء آهن:
   - i. جيڪڏهن خبر اسمِ عَلم هجي. مثلاً: اَنَا يُوْسُفُ (آئون يوسف آهيان).
   - ii. جملي ۾ "حصر جو اسلوب" (تاڪيدي مفهوم) پيدا ڪرڻ لاء مبتدا ۽ خبر جي وچ ۾ لاڳاپيل ضمير وجهي خبر کي معرفه ڪيو ويندو آهي. اَلْمُؤْمِنُوْنَ هُمُ الْمُفْلِحُوْنَ (مؤمن ئي ڪامياب ٿيڻ وارا آهن).

❖ **قرآني آيتن جو ترجمو ڪريو:**

وَمَا هُمْ بِمُؤْمِنِيْنَ (البقرة : 8)   وَالْكٰفِرُوْنَ هُمُ الظّٰلِمُوْنَ (البقرة : 254)   وَاللهُ هُوَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ (المائدة : 76)

وَمَآ اَنْتُمْ بِمُعْجِزِيْنَ (الأنعام : 134)   بَلْ نَحْنُ قَوْمٌ مَّسْحُوْرُوْنَ (الحجر : 15)   هُوَ شِفَآءٌ وَّرَحْمَةٌ (بنی اسرائيل: 82)

فَهَلْ اَنْتُمْ شٰكِرُوْنَ (الأنبياء : 80)   وَاَنَّ اللهَ هُوَ الْعَلِيُّ الْكَبِيْرُ (الحج : 62)   اِنَّ اللهَ لَغَنِيٌّ (العنكبوت : 6)

وَاِنَّ الدَّارَ الْاٰخِرَةَ لَهِيَ الْحَيَوَانُ (العنكبوت : 64)   اَفَمَا نَحْنُ بِمَيِّتِيْنَ (الصافات : 58)

اِنَّمَا هُوَ اِلٰهٌ وَّاحِدٌ (النحل : 51)   بَلْ هُمْ قَوْمٌ طَاغُوْنَ (الذاريات : 53)

﴿اَللّٰهُمَّ اجْعَلِ الْقُرْاٰنَ رَبِيْعَ قَلْبِيْ وَنُوْرَ صَدْرِيْ وَجِلَآءَ حُزْنِيْ وَذَهَابَ هَمِّيْ وَغَمِّيْ﴾

اي الله! قرآن کي منهنجي دل جي بهار ۽ سيني جو نور ٺاهہ ۽ منهنجي مصيبت دور ڪرڻ ۽ منهنجو رنج ۽ غم ختم ڪرڻ جو ذريعو بڻاءِ (مسند احمد)

﴿اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ اَسْاَلُكَ عِلْمًا نَافِعًا وَرِزْقًا طَيِّبًا وَعَمَلًا مُتَقَبَّلًا﴾

اي الله! آئون توهان کان فائدو ڏيڻ واري علم ، پاڪ رزق ۽ قبول ٿيڻ واري عمل جو سوال ڪريان ٿو

(سنن ابن ماجه)

## سبق نمبر 10 : مرڪب اضافي

اهڙو مرڪب جنهن ۾ هڪڙي اسم جي نسبت ٻئي اسم ڏانهن ڪئي وئي هجي. جنهن جي نسبت ڪئي ويندي آهي اُن کي "مُضَافٌ" ۽ جنهن ڏانهن نسبت ڪئي ويندي آهي اُن کي "مُضَافٌ اِلَيْهِ" چيو ويندو آهي. عربيءَ ۾ پهرين "مضاف" ۽ پوءِ "مضاف اليه" ايندو آهي جڏهن ته سنڌيءَ ۾ ان جي ترتيب اُبتڙ هوندي آهي.

مرڪب اضافي = مضاف + مضاف اليه [كِتَابُ زَيْدٍ ⟵ زيد جو ڪتاب]

### مرڪب اضافي جا قاعدا:

1. "مضاف" تي نه لامِ تعريف "اَلْ" ايندو آهي ۽ نه ئي تنوين ايندي آهي. مضاف جو اعراب هميشه خفيف هوندو آهي. مضاف ٽنهي حالتن (رفع، نصب ۽ جر) ۾ ايندو آهي.
2. "مضاف اليه" هميشه حالت جر ۾ هوندو آهي.
3. مرڪب جي حالت جو اندازو مضاف جي حالت سان ٿيندو آهي.
4. مرڪب جي وسعت جو اندازو مضاف اليه جي وسعت سان ٿيندو آهي. مضاف اليه تي "اَلْ" يا تنوين ٻئي ايندا آهن. جيئن: غُلَامُ الرَّجُلِ ۽ غُلَامُ رَجُلٍ
5. تثنيه جي صيغن (ـَانِ) ۽ (ـَيْنِ) ۽ جمع سالم جي صيغن (ـُوْنَ) ۽ (ـِيْنَ) جي آخر ۾ جيڪو نون ايندو آهي اُن کي "نونِ اعرابي" چيو ويندو آهي. جڏهن ڪو اسم تثنيه ۽ جمع سالم جي صيغن ۾ مضاف ٿي ايندو آهي ته ان جو نونِ اعرابي ڪري پوندو آهي. مثلاً:

بَابَانِ الْبَيْتِ نَظِيْفَانِ ⟵ بَابَا الْبَيْتِ نَظِيْفَانِ (گهر جا ٻئي دروازا صاف آهن)

مُسْلِمُوْنَ الْمَسَاجِدِ صَادِقُوْنَ ⟵ مُسْلِمُو الْمَسَاجِدِ صَادِقُوْنَ (مسجدن جا مسلمان سچا آهن)

❖ قرآني آيتن جو ترجمو ڪريو:

عَالِمُ الْغَيْبِ وَالشَّهَادَةِ (الجمعة: 08) رَبُّ الْمَشْرِقَيْنِ وَرَبُّ الْمَغْرِبَيْنِ (الرحمٰن: 17) كَلٰمَ اللّٰهِ (التوبه: 6)

فَصِيَامُ شَهْرَيْنِ (النسآء : 92) اِنَّ اللّٰهَ جَامِعُ الْمُنٰفِقِيْنَ وَالْكٰفِرِيْنَ (النسآء : 140) رَبُّ الْعٰلَمِيْنَ (الأعراف : 54)

اِنَّ اللّٰهَ فَالِقُ الْحَبِّ وَالنَّوٰى (الأنعام : 95) اَللّٰهُ نُوْرُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ (النور : 35) عِبَادُ الرَّحْمٰنِ (الفرقان : 63)

بُيُوْتَ النَّبِيِّ (الأحزاب : 53) حَرْثَ الْاٰخِرَةِ (الشورى : 20) وَاللّٰهُ وَلِيُّ الْمُتَّقِيْنَ (الجاثية : 19) دِيْنِ اللّٰهِ (النصر : 2)

مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ (الفتح : 29) نَحْنُ اَنْصَارُ اللّٰهِ (الصف : 14) مَلِكِ النَّاسِ (الناس : 2) يَدَآ اَبِيْ لَهَبٍ (اللهب: 01)

### پيچيده مرڪب اضافي:

ڪجهه مرڪب اضافي سادا نه هوندا آهن بلڪ پيچيده هوندا آهن. انهن ۾ هڪ کان وڌيڪ مضاف ۽ مضاف اليه هوندا آهن. مثال طور: "الله جي گهر جو دروازو"، هن جملي ۾ "دروازو" مضاف آهي جنهن جو مضاف اليه " گهر" آهي ۽ وري لفظ " گهر" خود مضاف آهي ۽ ان جو مضاف اليه "الله" آهي. پيچيده مرڪب اضافي جا ڪجهه قاعدا هيٺ ڏجن ٿا:

1. جيڪڏهن ڪو اسم مضاف ۽ مضاف اليه ٻئي هجي ته ان تي ٻنهي جا قاعدا لاڳو ٿيندا.
2. غير منصرف اسم جيڪڏهن مضاف ۽ مضاف اليه تي اچن ته حالت جر ۾ زير قبول ڪندا آهن.

مثلاً: اَبْوَابُ مَسَاجِدِ اللّٰهِ

3. جملہ اسميه ۾ مرڪب اضافي مبتدا ۽ خبر ٻئي ٿي ايندو آهي.

I. مَحْمُوْدٌ وَلَدُ الْمُعَلِّمِ (محمود استاد جو پٽ آهي)

II. طَلَبُ الْعِلْمِ فَرِيْضَةٌ (علم حاصل ڪرڻ فرض آهي)

III. اِطَاعَةُ الرَّسُوْلِ اِطَاعَةُ اللهِ (رسول ﷺ جي اطاعت الله جي اطاعت آهي)

❖ هيٺين جملن جو ترجمو ڪريو:

مٰلِكِ يَوْمِ الدِّيْنِ بَابُ بَيْتِ غُلَامِ الْوَزِيْرِ طَالِبَاتُ مَدْرَسَةِ الْبَلَدِ لَحْمُ صَيْدِ الْبَرِّ حَجُّ بَيْتِ اللهِ

رَأْسُ الْحِكْمَةِ مَخَافَةُ اللهِ (ح) مُعَلِّمَاتُ مَدْرَسَةِ الْبَلَدِ نِسَاءٌ مُّسْلِمَاتٌ اَلْمُسْلِمُ مِرْاٰةُ الْمُسْلِمِ (ح)

اِنَّ السُّلْطَانَ الْعَادِلَ ظِلُّ اللهِ (ح) نَصْرُ اللهِ قَرِيْبٌ طَعَامُ فُقَرَاءِ الْمَسَاجِدِ طَيِّبٌ

## مرڪبِ اضافي ۾ صفت جو استعمال:

عمومًا مضاف ۽ مضاف اليه جي وچ ۾ ڪو بہ لفظ نہ ايندو آهي. صفت چاهي مضاف جي هجي يا مضاف اليه جي، اها مرڪبِ اضافي جي آخر ۾ ايندي. (صفت اسم جي چئني پهلوئن سان موصوف جي مطابق هوندي آهي.)

1) مضاف جي صفت: وَلَدُ اَلْمُعَلِّمِ الصَّالِحُ (استاد جو نيڪ پُٽ)

2) مضاف اليه جي صفت: وَلَدُ اَلْمُعَلِّمِ الصَّالِحِ (نيڪ استاد جو پُٽ)

3) مضاف ۽ مضاف اليه ٻنهي جي صفت: وَلَدُ اَلْمُعَلِّمِ الصَّالِحِ الصَّالِحُ (نيڪ استاد جو نيڪ پُٽ)
(پهرين مضاف اليه جي صفت ايندي، پوءِ مضاف جي صفت ايندي)

❖ قرآني آيتن جو ترجمو ڪريو:

اِنَّ اللهَ سَرِيْعُ الْحِسَابِ (المائدة : 4) اِنَّ وَعْدَ اللهِ حَقٌّ (يونس : 55) اِنَّ زَلْزَلَةَ السَّاعَةِ شَيْءٌ عَظِيْمٌ (الحج : 1)

اَلْمَالُ وَ الْبَنُوْنَ زِيْنَةُ الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا (الكهف : 46) اِنَّ اَنْكَرَ الْاَصْوَاتِ لَصَوْتُ الْحَمِيْرِ (لقمان : 19)

اِنَّ شَجَرَتَ الزَّقُّوْمِ ○ طَعَامُ الْاَثِيْمِ (الدخان : 43 ، 44) حَدِيْثُ ضَيْفِ اِبْرٰهِيْمَ الْمُكْرَمِيْنَ (الذاريات : 24)

**ظرف**: وقت ۽ جڳهہ ڪي بيان ڪندا آهن ۽ مضاف ٿي ايندا آهن:

| فَوْقَ | مٿي | خَلْفَ | پويان | بَعْدَ | پوءِ، بعد ۾ | عِنْدَ | وٽ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| تَحْتَ | هيٺ | وَرَاءَ | پويان | بَيْنَ | وچ ۾، درميان | مَعَ | سان گڏ |
| اَمَامَ | سامهون | قَبْلَ | اڳي، پهريان | حَوْلَ | اردگرد | تِلْقَاءَ | طرف |

لَقَدْ رَضِيَ اللهُ عَنِ الْمُؤْمِنِيْنَ اِذْ يُبَايِعُوْنَكَ تَحْتَ الشَّجَرَةِ (الفتح: 18) اِنَّ اللهَ مَعَ الصّٰبِرِيْنَ (البقرة: 153)

# سبق نمبر 11 : ضمير (مرڪب اضافي)

اسلم جو ڪتاب — هن جو ڪتاب ، زيد جو قلم— منهنجو قلم ، الله جو رسول ۽ ان جو ڪتاب

## ضمائر مجروره متّصله

| | | واحد | تثنيہ | جمع |
|---|---|---|---|---|
| غائب | مذڪر | هٗ ـ هٖ<br>(His, Him)<br>هُن (هڪ مذڪر) جو | هُمَا ـ هِمَا<br>(Their, Them)<br>اُنهن (ٻن مذڪرن) جو | هُمْ ـ هِمْ<br>(Their, Them)<br>اُنهن (سيني مذڪرن) جو |
| | مؤنث | هَا<br>(Her)<br>هُن (هڪ مؤنث ) جو | هُمَا ـ هِمَا<br>(Their, Them)<br>انهن (ٻن مؤنثن) جو | هُنَّ ـ هِنَّ<br>(Their, Them)<br>انهن (سيني مؤنثن) جو |

| | | كُمْ<br>(Your, You)<br>توهان (سڀني مؤنث) جو | كُمَا<br>(Your, You)<br>توهان (ٻنهي مذڪر) جو | كَ<br>(Your, You)<br>تنهنجو (هڪ مذڪر) | مذڪر | مخاطب/ حاضر |
|---|---|---|---|---|---|---|
| كُنَّ<br>(Your, You)<br>توهان (سڀني مؤنث) جو | كُمَا<br>(Your, You)<br>توهان (ٻنهي مؤنث) جو | كِ<br>(Your, You)<br>تنهنجو (هڪ مؤنث) | مؤنث | |
| نَا<br>(Ours, Us)<br>اسان سڀني جو | نَا<br>(Ours, Us)<br>اسان ٻنهي جو | یَ - یْ<br>(My, Me)<br>منهنجو | مذڪرو مؤنث | متڪلم |

**ضمائر مجروره متصل جا قاعدا:**

1. هي ضمير اسم سان ملي ايندا آهن. تنهن ڪري انهن کي "متصله" (ڳنڍيل) چيو ويندو آهي.
2. هي سڀئي ضمير مرڪب اضافي ۾ مضاف اليه جي جڳهه تي ايندا آهن تنهنڪري مضاف اليه تي ايندا آهن. ۽ جيئن تہ مضاف اليه حالت جر ۾ هوندو آهي تہ هنن کي بہ حالتِ جر ۾ مڃيو ويندو آهي. انهيءَ ڪري انهن کي "مجروره" چيو ويندو آهي. مثلاً: رَبُّهٗ ،رَبُّكَ ،رَبِّیْ ،رَبُّنَا .

**"اسماءِ ستہ مكبره"** : هي ڪجهه اهڙا لفظ هوندا آهن جيڪي جڏهن مضاف تي ايندا آهن تہ مختلف اعرابي حالتن ۾ انهن جون شڪليون مختلف هونديون آهن. جيئن هيٺ ڏجي ٿو:

| مثال | جر | نصب | رفع | لفظ |
|---|---|---|---|---|
| اَبُوْهُ عَالِمٌ<br>اِنَّ اَبَاهُ عَالِمٌ<br>كِتَابُ اَخِيْكَ جَدِيْدٌ | اَبِیْ | اَبَا | اَبُوْ | اَبٌ |
| | اَخِیْ | اَخَا | اَخُوْ | اَخٌ |
| | فِیْ | فَا | فُوْ | فَمٌ |
| | ذِیْ | ذَا | ذُوْ | ذُوْ |

❖ **قرآني آيتن جو ترجمو ڪريو:**

اِنَّا مَعَكُمْ اِنَّمَا نَحْنُ مُسْتَهْزِءُوْنَ (البقرة : 14) وَاللّٰهُ وَلِيُّهُمَا (آل عمران : 122) اِنَّ كَيْدَكُنَّ عَظِيْمٌ (يوسف : 28)

اِنِّيْۤ اَنَا اَخُوْكَ (يوسف : 69) اِنَّ رَبَّكَ هُوَ الْخَلّٰقُ الْعَلِيْمُ (الحجر : 86) رَبُّنَا الرَّحْمٰنُ الْمُسْتَعَانُ (الأنبياء : 112)

وَاَبُوْنَا شَيْخٌ كَبِيْرٌ (القصص : 23) اِنَّ اَرْضِیْ وَاسِعَةٌ (العنكبوت : 56) وَاللّٰهُ ذُو الْفَضْلِ الْعَظِيْمِ (الجمعة : 4)

اَنَا رَبُّكُمُ الْاَعْلٰى (النازعات : 24)

## سبق نمبر 12 : حروفِ ندا

هر ٻوليءَ ۾ ڪنهن کي سڏڻ لاءِ ڪجهه مخصوص لفظ هوندا آهن. انهن کي حروف ندا چيو ويندو آهي. ۽ جنهن کي سڏيو ويندو آهي ان کي منادي چيو ويندو آهي. عربي ۾ زياده تر " يَا " حرفِ ندا استعمال ٿيندو آهي جڏهن تہ منادين جا مختلف قسم آهن جن جا قاعدا هيٺ ڏجن ٿا:

1. جيڪڏهن منادي اسم مفرد هجي ۽ ان تي لامِ تعريف نہ لڳل هجي جيئن: زَيْدٌ يا رَجُلٌ تہ ان تي حرفِ ندا يَا لڳڻ سان ان جي تنوين خفيف ٿي ويندي. يَازَيْدُ (اي زيد) يَارَجُلُ (اي مرد).

2. منادي اسم جيڪڏهن معرف باللام هجي جيئن: اَلرَّجُلُ يا اَلطِّفْلَةُ تہ ان تي منذكر جي لاءِ حرف ندا يَا سان گڏ "اَيُّهَا" ۽ مؤنث جي لاءِ "اَيَّتُهَا" جو اضافو ڪيو ويندو آهي. جيئن: يَا اَيُّهَا الرَّجُلُ ، يَا اَيَّتُهَا الطِّفْلَةُ

3. جيڪڏهن حرفِ ندا "يَا" مرڪبِ اضافي تي لڳندو تہ ان سان مضاف کي منصوب ڪري ڇڏيندو آهي جيئن: عَبْدُ الرَّحْمٰنِ ← يَا عَبْدَ الرَّحْمٰنِ. ڪڏهن ڪڏهن "يَا" حذف ٿي ويندو آهي ۽ مضاف نصب ۾ هوندو آهي تہ ان ۾ بہ سڏڻ جو مفهوم هوندو آهي. جيئن رَبُّنَا ← رَبَّنَا (اي اسان جا رب).

4. عربيءَ ۾ ميم مشدد (مّ) بہ حرف ندا آهي. ميم مشدد منادي کان پهرين ايندو آهي ۽ هي صرف الله جي لاءِ استعمال ٿيندو آهي. اَللّٰهُ مَّ ← اَللّٰهُمَّ (اي الله!)

❖ **قرآني آيتن جو ترجمو ڪريو:**

يٰمَعْشَرَ الْجِنِّ وَالْاِنْسِ (الرحمٰن : 33) — يٰاَيَّتُهَا النَّفْسُ الْمُطْمَئِنَّةُ (الفجر : 27) — فَاطِرَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ (الزمر : 46)

اَللّٰهُمَّ مٰلِكَ الْمُلْكِ (آل عمران : 26) — يٰاَيُّهَا النَّاسُ اِنِّيْ رَسُوْلُ اللهِ (الأعراف : 158) — يَا اَيُّهَا النَّاسُ (البقرة: 21)

اَيَّتُهَا الْعِيْرُ اِنَّكُمْ لَسٰرِقُوْنَ (يوسف : 70) — عٰلِمَ الْغَيْبِ وَالشَّهَادَةِ (الزمر : 46)

## سبق نمبر 13 : مرڪب جاري

➢ **حروفِ جار**: اهي حروف جيڪي اسم کي حالتِ جر ۾ وٺي ويندا آهن.

➢ **مجرور**: اهو اسم جيڪو حالت جر ۾ هجي.

### حروف جار

باؤ — تاؤ — ڪافو — لامو — واو — مُنذُ — مُذْ — خَلا

رُبَّ — حَاشَا — مِنْ — عَدَا — فِی — عَنْ — علٰی — حَتّٰی — اِلٰی

| حروف | معني | مثال |
| --- | --- | --- |
| بِ | ۾، سان، کي، سان گڏ | بِرَجُلٍ (هڪ مرد سان گڏ)، بِالْقَلَمِ (قلم سان) |
| تَ | قسم | تَاللّٰهِ (الله جو قسم) |
| كَ | جهڙو، وانگر | كَرَجُلٍ (ڪنهن مرد وانگر)، كَالْاَسَدِ (شينهن جهڙو) |
| لِ | جي لاءِ ، واسطي | لِزَيْدٍ (زيد جي لاءِ، زيد واسطي) |
| وَ | قسم | وَالْعَصْرِ (قسم آهي زماني جو) |
| مِنْ | کان، مان | مِنْ زَيْدٍ (زيد کان)، مِنَ الْمَسْجِدِ (مسجد کان) |
| فِيْ | ۾ | فِيْ بَيْتٍ (ڪنهن گهر ۾)، فِي الْبُسْتَانِ (باغ ۾) |
| عَنْ | جي طرف کان | عَنْ زَيْدٍ (زيد جي طرف کان) |
| عَلٰى | تي | عَلٰى جَبَلٍ (ڪنهن جبل تي)، عَلَى الْعَرْشِ (عرش تي) |
| حَتّٰى | ايسيتائين جو | حَتّٰى مَطْلَعِ الْفَجْرِ (فجر جي طلوع ٿيڻ تائين) |
| اِلٰى | جي طرف، ڏانهن، تائين | اِلٰى بَلَدٍ (ڪنهن شهر ڏانهن)، اِلَى الْمَدْرَسَةِ (مدرسي تائين) |

**مرڪب جاري جا قاعدا:**

1. ٻہ جُز هوندا آهن: [مرڪب جاري = حروف جار + مجرور] (فِيْ + اَلْمَسْجِدُ = فِي الْمَسْجِدِ). پھرين حرف جار ۽ پوءِ مجرور ايندو آهي.
2. " لِ "هي حرف جڏهن ڪنهن معرف باللام سان لڳندو آهي تہ ان جو همزة الوصل پڙهڻ ۽ لکڻ ٻنهي ۾ ڪِري پوندو آهي.

لِاَلْمُتَّقِيْنَ لکڻ غلط آهي، لِلْمُتَّقِيْنَ لکڻ صحيح آهي.

❖ **هيٺين مرڪبن جو ترجمو ڪريو:**

فِيْ حَدِيْقَةٍ فِي الْحَدِيْقَةِ مِنْ تُرَابٍ مِنَ التُّرَابِ بِالْوَالِدَيْنِ عَلٰى صِرَاطٍ اِلَى الْمَسْجِدِ

كَشَجَرَةٍ كَظُلُمٰتٍ لَكَ لِيْ مِنِّيْ اِلَيَّ عَلَيْنَا بِيْ عَلَى الْبَرِّ

❖ **هيٺين جملن جو ترجمو ڪريو:**

بِسْمِ اللهِ اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ مِنْ رَّبِّكَ اِلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ اَلْمُحْسِنُ قَرِيْبٌ مِّنَ الْخَيْرِ وَبَعِيْدٌ مِّنَ الشَّرِّ

طَلَبُ الْعِلْمِ فَرِيْضَةٌ عَلٰى كُلِّ مُسْلِمٍ وَّمُسْلِمَةٍ (ح) لَهُمْ فِي الدُّنْيَا خِزْيٌ وَّلَهُمْ فِي الْاٰخِرَةِ عَذَابٌ عَظِيْمٌ

هُوَ رَبُّنَا وَرَبُّكُمْ وَلَنَا اَعْمَالُنَا وَلَكُمْ اَعْمَالُكُمْ

❖ **قرآني آيتن جو ترجمو ڪريو:** فِيْ قُلُوْبِهِمْ مَّرَضٌ (البقرة : 10) عَلٰى قَلْبِكَ (البقرة : 97)

بِالصَّبْرِ وَالصَّلٰوةِ (البقرة : 153) اِثْمُهُمَآ اَكْبَرُ مِنْ نَّفْعِهِمَا (البقرة : 219) لَهُمْ مَّغْفِرَةٌ وَّرِزْقٌ كَرِيْمٌ (الأنفال : 74)

اِنَّ رَحْمَتَ اللهِ قَرِيْبٌ مِّنَ الْمُحْسِنِيْنَ (الأعراف : 56) هُنَّ لِبَاسٌ لَّكُمْ وَاَنْتُمْ لِبَاسٌ لَّهُنَّ (البقرة : 187)

عَلَيْكَ الْبَلٰغُ وَعَلَيْنَا الْحِسَابُ (الرعد : 40) عَنِ الْيَمِيْنِ وَعَنِ الشِّمَالِ (قٓ : 17) فِيْهِمَا عَيْنٰنِ (الرحمٰن : 50)

## سبق نمبر 14 : مرڪب اشاري

اُهو لفظ جنهن سان ڪنهن شيءِ ڏانهن اشارو ڪيو وڃي تہ ان کي اسم اشارو چيو ويندو آهي. اسم شارو ٻن قسمن جو هوندو آهي: (1) اسم اشارو قريب (2) اسم اشارو بعيد

### اسم اشارو قريب

| | | رفع | نصب | جر | ترجمو |
|---|---|---|---|---|---|
| مذڪر | واحد | هٰذَا | هٰذَا | هٰذَا | هي هڪ مذڪر |
| | تثنيہ | هٰذَانِ | هٰذَيْنِ | هٰذَيْنِ | هي ٻہ مذڪر |
| | جمع | هٰٓؤُلَآءِ | هٰٓؤُلَآءِ | هٰٓؤُلَآءِ | هي سڀ مذڪر |
| مؤنث | واحد | هٰذِهٖ | هٰذِهٖ | هٰذِهٖ | هي هڪ مذڪر |
| | تثنيہ | هَاتَانِ | هَاتَيْنِ | هَاتَيْنِ | هي ٻہ مؤنث |
| | جمع | هٰٓؤُلَآءِ | هٰٓؤُلَآءِ | هٰٓؤُلَآءِ | هي سڀ مؤنث |

### اسم اشارو بعيد

| | | رفع | نصب | جر | ترجمو |
|---|---|---|---|---|---|
| مذڪر | واحد | ذٰلِكَ | ذٰلِكَ | ذٰلِكَ | هو هڪ مذڪر |
| | تثنيہ | ذٰنِكَ | ذَيْنِكَ | ذَيْنِكَ | هو ٻہ مذڪر |

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| | جمع | أُولٰٓئِكَ | أُولٰٓئِكَ | أُولٰٓئِكَ | هو سڀ مذڪر |
| مؤنث | واحد | تِلْكَ | تِلْكَ | تِلْكَ | هو هڪ مؤنث |
| | تثنيہ | تَانِكَ | تَيْنِكَ | تَيْنِكَ | هو ٻہ مؤنث |
| | جمع | أُولٰٓئِكَ | أُولٰٓئِكَ | أُولٰٓئِكَ | هو سڀ مؤنث |

**مرکب اشاري جي متعلق ڪجهہ قاعدا:**

1. اسم اشاره جي ذريعي جنهن شيءِ ڏانهن اشارو ڪيو ويندو آهي ان کي " مُشَارٌ اِلَيْهِ " چيو ويندو آهي.
[مرکب اشاري = اسمِ اشاره + مشار اليه] ← هٰذَا الْكِتَابُ ← "هي ڪتاب"
2. سيئي اسماءِ اشاره معرفه هوندا آهن. مشار اليه بہ معرفه هوندو آهي ۽ عمومًا معرف باللام هوندو آهي. جيئن: هٰذَا الْكِتَابُ (هي ڪتاب). اسم اشاره حالت، جنس ۽ عدد جي لحاظ کان مشار اليه جي مطابق هوندو آهي. مثلاً: هٰذَا الْوَلَدُ (هي ڇوڪرو)، هٰذِهِ الْبِنْتُ (هي ڇوڪري)، هٰٓؤُلَآءِ الرِّجَالُ (هي سڀ مرد)، هٰذَانِ الدَّرْسَانِ (هي ٻہ سبق)
3. اسم اشاره کان پوءِ وارو اسم جيڪڏهن نکره هوندو تہ ان کي مرکب اشاري نہ بلڪ جملہ اسميہ سمجهيو ويندو. هٰذَا كِتَابٌ (هي هڪ ڪتاب آهي)، تِلْكَ طِفْلَةٌ (هوءَ هڪ ڇوڪري آهي).
4. جملہ اسميہ ۽ مرکب اشاري جي فرق کي ذهن نشين ڪريو.
5. جيڪڏهن مشار اليه غير عاقل جي جمع مکسر هوندو تہ اسم اشاره عمومًا واحد مؤنث ايندو آهي. مثلاً: تِلْكَ الْكُتُبُ (أهي ڪتاب)

❖ **قرآني آيتن جو ترجمو ڪريو:**

ذٰلِكَ الْكِتٰبُ (البقرة :2) هٰذَا غُلٰمٌ (يوسف : 19) مَا هٰذَا بَشَرًا (يوسف : 31) هٰذَا حَلٰلٌ وَّهٰذَا حَرَامٌ (النحل : 116)

تِلْكَ الْجَنَّةُ (مريم : 63) هٰذٰنِ خَصْمٰنِ (الحج : 19) فَذٰنِكَ بُرْهَانٰنِ (القصص : 32) هٰذِهٖ جَهَنَّمُ (يٰسٓ : 63)

أُولٰٓئِكَ الْاَحْزَابُ (صٓ : 13) اِنَّ هٰذِهٖ تَذْكِرَةٌ (المزمل : 19)

**اسماء اشاره سان مرکب توصيفي جو استعمال:**

1. اسم اشاره کان پوءِ مشار اليه يا خبر ڪڏهن ڪڏهن مرکب بہ هوندي آهي. هٰذَاالرَّجُلُ الصَّادِقُ (هي سچو مرد) هٰذَا رَجُلٌ صَادِقٌ (هي سچو مرد آهي)
2. ڪڏهن ڪڏهن پورو مرکبِ اشاري مبتدا ٿي ايندو آهي: تِلْكَ الطِّفْلَةُ جَمِيْلَةٌ (هو ٻارڙي خوبصورت آهي)، هٰذَا الرَّجُلُ الصَّادِقُ جَمِيْلٌ (هي سچو مرد خوبصورت آهي)
3. اسم اشارو جيڪڏهن مبتدا هجي ۽ خبر غير عاقل جي جمع مکسر هجي تہ پوءِ اسم اشارو عمومًا واحد مؤنث ايندو آهي. مثلاً: هٰذِهٖ كُتُبٌ (هي ڪتاب آهن)

❖ **قرآني آيتن جو ترجمو ڪريو:** هٰذَا صِرَاطٌ مُّسْتَقِيْمٌ (مريم: 36) هٰذَا بَيَانٌ لِّلنَّاسِ (آل عمران: 138)

هٰذَا بَلٰغٌ لِّلنَّاسِ (ابراهيم: 52) اِنَّ هٰذَا لَسٰحِرٌ عَلِيْمٌ (الأعراف : 109) اِنَّ هٰذَا لَشَیْءٌ عَجِيْبٌ (هود : 72)

هٰذَا لِسَانٌ عَرَبِیٌّ مُّبِيْنٌ (النحل : 103) هٰذَا ذِكْرٌ مُّبٰرَكٌ (الأنبياء : 50) هٰذَا بُهْتَانٌ عَظِيْمٌ (النور : 16)

هٰذَا سِحْرٌ مُّبِيْنٌ (النمل : 13) تِلْكَ الْقُرٰى (الكهف : 59) تِلْكَ الْاَمْثَالُ (الحشر : 21) وَهٰذَا الْبَلَدِ الْاَمِيْنِ (التين : 3)

اِنَّ هٰٓؤُلَآءِ لَشِرْذِمَةٌ قَلِيْلُوْنَ (الشعراء : 54) اِنَّ هٰذَا لَهُوَ الْبَلٰٓؤُا الْمُبِيْنُ (الصّٰفّٰت : 106) هٰذِهِ الْاَنْهٰرُ (الزخرف : 51)

**اسماء اشاره سان مرڪب اضافي جو استعمال:**

1. اسم اشاره جيڪڏهن مرڪب اضافي کان پهرين ايندو تہ ان کي جملہ اسميہ سمجهيو ويندو آهي. اسم اشاره ”مبتدا“ ۽ مرڪب اضافي ”خبر“ هوندو آهي. جيئن: هٰذَا كِتَابُ الْوَلَدِ (هي ڇوڪري جو ڪتاب آهي)
2. اسم اشاره جيڪڏهن مضاف ۽ مضاف اليه جي وچ ۾ ايندو تہ اهو مضاف اليه ڏانهن اشارو هوندو آهي. مثال طور: كِتَابُ هٰذَا الْوَلَدِ (هن ڇوڪري جو ڪتاب)
3. اسم اشاره جيڪڏهن مرڪب اضافي کان پوءِ ايندو تہ اهو مضاف ڏانهن اشارو هوندو آهي. جيئن: كِتَابُ الْوَلَدِ هٰذَا (ڇوڪري جو هي ڪتاب).
4. مضاف ۽ مضاف اليه ٻنهي ڏانهن اشارو: كِتَابُ هٰذَا الْوَلَدِ هٰذَا (هن ڇوڪري جو هي ڪتاب)

❖ **قرآني آيتن جو ترجمو ڪريو:**

تِلْكَ حُدُوْدُ اللّٰهِ (البقرة : 187) هٰذَا رَبِّيْ هٰذَآ اَكْبَرُ (الأنعام : 78) هٰٓؤُلَآءِ بَنَاتِيْ (هود : 78)

هٰذِهٖ نَاقَةُ اللّٰهِ (الأعراف : 73) ذٰلِكَ مَثَلُ الْقَوْمِ (الأعراف : 176) تِلْكَ مِنْ اَنْۢبَآءِ الْغَيْبِ (هود : 49)

اَنَا يُوْسُفُ وَهٰذَآ اَخِيْ (يوسف : 90) هٰذِهٖ سَبِيْلِيْٓ (يوسف : 108) هٰذَآ اِلٰهُكُمْ وَاِلٰهُ مُوْسٰى (طٰهٰ : 88)

اِنَّ هٰذَا عَدُوٌّ لَّكَ وَلِزَوْجِكَ (طٰهٰ : 117) كَبِيْرُهُمْ هٰذَا (الأنبياء : 63) كِتٰبِيْ هٰذَا (النمل : 28)

تِلْكَ الدَّارُ الْاٰخِرَةُ (القصص : 83)

## سبق نمبر 15 : اسماءِ استفهام

جيڪي لفظ سوال پڇڻ لاءِ استعمال ٿيندا آهن انهن کي اسماءِ استفهام چئبو آهي.

| مَا-مَاذَا (غير عاقل لاءِ) | چا (What) | كَمْ | ڪيترو (How much) |
|---|---|---|---|
| مَنْ (عاقل جي لاءِ) | ڪير (Who) | اَيْنَ | ڪٿي (Where) |
| كَيْفَ (حال پڇڻ جي لاءِ) | ڪيئن (How) | اَنّٰى | ڪٿان کان – ڪهڙي طرح کان (From where) |
| اَيٌّ (مذڪر) | ڪهڙو (Which) | اَيَّةٌ (مؤنث) | ڪهڙي (Which) |
| مَتٰى (زماني جي متعلق) | ڪڏهن (When) | اَيَّانَ | ڪڏهن (When) |

نوٽ: ” كَمْ “ جي هڪڙي معنىٰ ”ڪيترائي يا گهڻائي“ بہ آهي. كَمْ مِّنْ فِئَةٍ قَلِيْلَةٍ غَلَبَتْ فِئَةً كَثِيْرَةًۢ بِاِذْنِ اللّٰهِ (البقرة)

**اسماءِ استفهام جو استعمال حروفِ جاره سان**: اسماءِ استفهام جي اڳيان مختلف حروف جاره لڳايا ويندا آهن جنهن سان انهن جي معنائن ۾ حرف جر جي مناسبت سان تبديلي اچي ويندي آهي.

| لِمَا - لِمَاذَا - لِمَ | چا لاءِ ، ڇو | مِمَّا (مِنْ مَا) | چا مان |
|---|---|---|---|
| فِيْمَا - فِيْمَ | ڪهڙي (شيءِ) ۾ / ڪهڙي (خيال) ۾ | عَمَّا - عَمَّ (عَنْ مَا) | چا جي باري ۾ |
| لِمَنْ | ڪنهن جو ، ڪنهن جي لاءِ | مِمَّنْ (مِنْ مَنْ) | ڪنهن کان |

| کيڏانهن | اِلٰی اَیۡنَ | ڪٿان جا | مِنۡ اَیۡنَ |
|---|---|---|---|
| گهڻي جو | بِکَمۡ | ڪيسين تائين | اِلٰی مَتٰی |

❖ قرآني آيتن جو ترجمو ڪريو:

مَا لَوۡنُهَا (البقرة : 69) فَاَیُّ الۡفَرِیۡقَیۡنِ اَحَقُّ بِالۡاَمۡنِ (الأنعام : 81) مَتٰی هٰذَا الۡوَعۡدُ (يونس : 48)

مَنۡ رَّبُّ السَّمٰوٰتِ وَ الۡاَرۡضِ (الرعد : 16) مَتٰی هُوَ (بنی اسرائيل: 51) وَ مَا تِلۡكَ بِیَمِیۡنِكَ یٰمُوۡسٰی (طٰهٰ : 17)

فَمَنۡ رَّبُّكُمَا (طٰهٰ : 49) لِمَنِ الۡاَرۡضُ وَ مَنۡ فِیۡهَاۤ (المؤمنون : 84) اَیۡنَ شُرَكَآءِیَ (القصص : 62)

مَنۡ اَنۡصَارِیۡۤ اِلَی اللّٰهِ (الصف : 14) اَیُّهُمۡ بِذٰلِكَ زَعِیۡمٌ (القلم : 40) اَیۡنَ الۡمَفَرُّ (القيامة : 10)

مَتٰی نَصۡرُ اللّٰهِ؟ اَلَاۤ اِنَّ نَصۡرَ اللّٰهِ قَرِیۡبٌ (البقرة: 214) قَالَ یٰمَرۡیَمُ اَنّٰی لَكِ هٰذَا؟ قَالَتۡ هُوَ مِنۡ عِنۡدِ اللّٰهِ (آل عمران: 37)

لِمَنِ الۡمُلۡكُ الۡیَوۡمَ؟ لِلّٰهِ الۡوَاحِدِ الۡقَهَّارِ (المؤمن: 16) اَنّٰی لَهُ الذِّكۡرٰی (الفجر : 23)

## سبق نمبر 16 : اسماءِ موصول

اسماءِ موصول اهي اسم آهن جيڪي جملي جي ٻن ڀاڱن کي ڳنڍڻ جو ڪم ڏيندا آهن ته جيئن ڳالهه جي وضاحت ٿي وڃي. سنڌيءَ ۾ ان جو ترجمو: اُهو جيڪو، اُها جيڪا، اُهي جيڪي، جنهن، جن وغيره ٿيندو آهي

### مذڪر جي لاءِ:

| رفع | نصب ۽ جر | ترجمو |
|---|---|---|
| اَلَّذِیۡ | اَلَّذِیۡ | اُهو جيڪو/ جنهن (هڪ مذڪر) |
| اَلَّذَانِ | اَلَّذَیۡنِ | اُهي جيڪي (ٻه مذڪر) |
| اَلَّذِیۡنَ | اَلَّذِیۡنَ | اُهي جيڪي (سڀ مذڪر) |

اَلَّذِیۡ جَعَلَ لَكُمُ الۡاَرۡضَ فِرَاشًا (البقرة: 22) وَ الَّذٰنِ یَاۡتِیٰنِهَا مِنۡكُمۡ فَاٰذُوۡهُمَا (النساء:16) اَلَّذِیۡنَ یُؤۡمِنُوۡنَ بِالۡغَیۡبِ (البقرة: 3)

### مؤنث جي لاءِ

| رفع | نصب ۽ جر | ترجمو |
|---|---|---|
| اَلَّتِیۡ | اَلَّتِیۡ | اُها جيڪا/ جنهن (هڪ مؤنث) |
| اَلَّتَانِ | اَلَّتَیۡنِ | اُهي جيڪي (ٻه مؤنث) |
| اَللَّاتِیۡ ـ اَللَّآئِیۡ | اَللَّاتِیۡ ـ اَللَّآئِیۡ | اُهي جيڪي (سڀ مؤنث) |

هٰذِهٖ جَهَنَّمُ الَّتِیۡ كُنۡتُمۡ تُوۡعَدُوۡنَ (يٰس: 63) وَ الّٰٓـِٔیۡ یَئِسۡنَ مِنَ الۡمَحِیۡضِ (الطلاق:4)

انهن کان علاوه " مَا" (جيڪو) ۽ " مَنۡ " (اُهو جيڪو) به اسماءِ موصول آهن. "مَا" غير عاقل جي لاءِ ۽ "مَنۡ" عاقل لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي.

لِلّٰهِ مَا فِی السَّمٰوٰتِ وَ مَا فِی الۡاَرۡضِ (البقرة: 184) اَفَمَنۡ یَّخۡلُقُ كَمَنۡ لَّا یَخۡلُقُ (النحل: 17) قَدۡ اَفۡلَحَ مَنۡ زَكّٰىهَا (الشمس: 9)

❖ هيٺ ڏنل آيتن جي اسم جي سيني قاعدن جي مطابق ترڪيب ڪريو ۽ انهن جو ترجمو پڻ ڪريو:

قَدۡ اَفۡلَحَ الۡمُؤۡمِنُوۡنَ ① الَّذِیۡنَ هُمۡ فِیۡ صَلَاتِهِمۡ خٰشِعُوۡنَ ② وَ الَّذِیۡنَ هُمۡ عَنِ اللَّغۡوِ مُعۡرِضُوۡنَ ③ وَ الَّذِیۡنَ هُمۡ لِلزَّكٰوةِ فٰعِلُوۡنَ ④ وَ

الَّذِیۡنَ هُمۡ لِفُرُوۡجِهِمۡ حٰفِظُوۡنَ ⑤ اِلَّا عَلٰۤی اَزۡوَاجِهِمۡ اَوۡ مَا مَلَكَتۡ اَیۡمَانُهُمۡ فَاِنَّهُمۡ غَیۡرُ مَلُوۡمِیۡنَ ⑥ فَمَنِ ابۡتَغٰی وَرَآءَ ذٰلِكَ فَاُولٰٓئِكَ

هُمُ الْعٰدُوْنَ ۝٧ وَ الَّذِيْنَ هُمْ لِاَمٰنٰتِهِمْ وَ عَهْدِهِمْ رٰعُوْنَ ۝٨ وَ الَّذِيْنَ هُمْ عَلٰى صَلَوٰتِهِمْ يُحَافِظُوْنَ ۝٩ اُولٰٓئِكَ هُمُ الْوٰرِثُوْنَ ۝١٠ الَّذِيْنَ يَرِثُوْنَ الْفِرْدَوْسَ ؕ هُمْ فِيْهَا خٰلِدُوْنَ ۝١١ (سورة المؤمنون: 1-11)

اِنَّ الْاِنْسَانَ خُلِقَ هَلُوْعًا ۝١٩ اِذَا مَسَّهُ الشَّرُّ جَزُوْعًا ۝٢٠ وَّ اِذَا مَسَّهُ الْخَيْرُ مَنُوْعًا ۝٢١ اِلَّا الْمُصَلِّيْنَ ۝٢٢ الَّذِيْنَ هُمْ عَلٰى صَلَاتِهِمْ دَآئِمُوْنَ ۝٢٣ وَ الَّذِيْنَ فِيْٓ اَمْوَالِهِمْ حَقٌّ مَّعْلُوْمٌ ۝٢٤ لِّلسَّآئِلِ وَ الْمَحْرُوْمِ ۝٢٥ وَ الَّذِيْنَ يُصَدِّقُوْنَ بِيَوْمِ الدِّيْنِ ۝٢٦ وَ الَّذِيْنَ هُمْ مِّنْ عَذَابِ رَبِّهِمْ مُّشْفِقُوْنَ ۝٢٧ اِنَّ عَذَابَ رَبِّهِمْ غَيْرُ مَاْمُوْنٍ ۝٢٨ وَ الَّذِيْنَ هُمْ لِفُرُوْجِهِمْ حٰفِظُوْنَ ۝٢٩ اِلَّا عَلٰٓى اَزْوَاجِهِمْ اَوْ مَا مَلَكَتْ اَيْمَانُهُمْ فَاِنَّهُمْ غَيْرُ مَلُوْمِيْنَ ۝٣٠ فَمَنِ ابْتَغٰى وَرَآءَ ذٰلِكَ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْعٰدُوْنَ ۝٣١ وَ الَّذِيْنَ هُمْ لِاَمٰنٰتِهِمْ وَ عَهْدِهِمْ رٰعُوْنَ ۝٣٢ وَ الَّذِيْنَ هُمْ بِشَهٰدٰتِهِمْ قَآئِمُوْنَ ۝٣٣ وَ الَّذِيْنَ هُمْ عَلٰى صَلَاتِهِمْ يُحَافِظُوْنَ ۝٣٤ اُولٰٓئِكَ فِيْ جَنّٰتٍ مُّكْرَمُوْنَ ۝٣٥ (المعارج: 19-35)



## قرآن مجيد ۾ استعمال ٿيندڙ اسم:

### اللہ کی نشانیاں

| | | |
|---|---|---|
| 382 | آيَة (آيَات .pl) | آیت ، نشانی |
| 71 | بَيِّنَة (بَيِّنَات pl) | کھلی دلیل |
| 70 | قُرْآن | قرآن |
| 32 | أَنْعَام | مویشی ، گائے بکری وغیرہ |
| 39 | جَبَل (جِبَال .pl) | پہاڑ |
| 38 | بَحْر | دریا ، سمندر |
| 33 | شَمْس | سورج |
| 33 | قَمَر | چاند |
| 80 | لَيْل | رات |
| 57 | نَهَار | دن |
| 461 | أَرْض | زمین |
| 310 | سَمَاء (سَمَاوَات .pl) | آسمان |

### رسول، نبی، وغیرہ

| | | |
|---|---|---|
| 332 | رَسُول (رُسُل .pl) | بھیجا ہوا |
| 75 | نَبِيّ | نبی |
| | (نَبِيُّون، نَبِيِّين، أَنْبِيَاء .pl) | |
| 137 | آدَم نُوح إِبْرَاهِيم | |
| 56 | لُوط إِسْمَاعِيل إِسْحَاق | |
| 86 | يَعْقُوب (إِسْرَائِيل) يُوسُف | |
| 30 | هُود شُعَيْب صَالِح | |
| 195 | مُوسَى عِيسَى ابنُ مَرْيَمَ | |
| 88 | شَيْطَان (شَيَاطِين .pl) | سرکش ، شریر |
| 74 | فِرْعَوْن | مصر کے بادشاہوں کا لقب |
| 24 | عَاد | ہود علیہ السلام کی قوم |
| 26 | ثَمُود | صالح علیہ السلام کی قوم |

### آخرت

| | | |
|---|---|---|
| 28 | أَبَدًا | ہمیشہ |
| 105 | أَجْر (أُجُور .pl) | مزدوری ، ثواب |
| 52 | أَجَل | مقررہ مدت |
| 115 | الْآخِرَة | آخرت |
| 72 | أَلِيم | دردناک ، الم ناک |
| 13 | ثَوَاب | ثواب |
| 26 | جَحِيم | بھڑکتی آگ |
| 42 | جَزَاء | بدلہ |
| 147 | جَنَّة (جَنَّات .pl) | جنت ، باغ |
| 77 | جَهَنَّم | جہنم |
| 39 | حِسَاب | شمار ، گننا |
| 47 | سَاعَة | گھڑی ، وقت |
| 94 | صَاحِب (أَصْحَاب .pl) | ساتھی |
| 32 | عَاقِبَة | انجام |
| 322 | عَذَاب | سخت دکھ |
| 20 | عِقَاب | عذاب ، جرم کی سزا |
| 70 | قِيَامَة | قیامت |
| 24 | لِقَاء | پیشی ، ملنا ، سامنے ہونا |
| 21 | مُسَمَّى | مقرر |
| 54 | نَهَر (أَنْهَار .pl) | نہر |
| 145 | نَار | آگ |
| 40 | وَيْل | ہلاکت |
| 393 | يَوْم (أَيَّام .pl) | دِن |
| 70 | يَوْمَئِذٍ | اِس دِن |

## لوگ

| | | | |
|---|---|---|---|
| 64 | أُمَّة | (أُمَم pl.) | جماعت، مدت |
| 383 | قَوْم | | گروہ، جماعت |
| 65 | اِنْسَان | | انسان |
| 248 | نَاس | | لوگ |
| 16 | ذَكَر | (ذُكُور pl.) | مرد، نر |
| 30 | أُنْثَى | (إِنَاث pl.) | عورت، مادہ |
| 126 | عَبْد | (عِبَاد pl.) | بندہ، غلام |
| 44 | عَدُوّ | (أَعْدَاء pl.) | دشمن |
| 21 | كُفَّار | pl. | کفار |
| 52 | مُجْرِم | | گنہگار، قصوروار |
| 22 | مَلَأ | | بڑے لوگوں کی جماعت |
| 86 | وَلِيّ | (أَوْلِيَاء pl.) | بچانے والا، دوست، مددگار |

## دنیا

| | | | |
|---|---|---|---|
| 64 | بَيْت | (بُيُوت pl.) | گھر |
| 48 | دَار | (دِيَار pl.) | گھر |
| 115 | دُنْيَا | | دنیا |
| 176 | سَبِيل | (سُبُل pl.) | راستہ |
| 46 | صِرَاط | | راستہ |
| 73 | عَالَم | (عَالَمِين pl.) | ساری مخلوقات |
| 34 | فِتْنَة | | آزمائش، مصیبت، فساد |
| 57 | قَرْيَة | (قُرَى pl.) | بستی |
| 86 | مَال | (أَمْوَال pl.) | مال |
| 34 | مَتَاع | | سامان، فائدہ، نفع |
| 28 | مَسْجِد | (مَسَاجِد pl.) | مسجد |
| 32 | مَكَان | | جگہ، مقام |

## خود (جسم کے حصے)

| | | | |
|---|---|---|---|
| 72 | وَجْه | (وُجُوه pl.) | چہرہ |
| 47 | عَيْن | (أَعْيُن pl.) | آنکھ، چشمہ |
| 38 | أَبْصَار | pl. | نگاہیں |
| 21 | أَفْوَاه | pl. | منہ |
| 25 | لِسَان | (أَلْسِنَة pl.) | زبان |
| 132 | قَلْب | (قُلُوب pl.) | دل |
| 44 | صَدْر | (صُدُور pl.) | سینہ |
| 118 | يَد | (أَيْدِي pl.) | ہاتھ |
| 15 | رِجْل | (أَرْجُل pl.) | پیر |
| 293 | نَفْس | (أَنْفُس pl.) | جی، جان |
| 21 | رُوح | | روح |
| 28 | قُوَّة | | قوت |

## رشتہ دار

| | | | |
|---|---|---|---|
| 35 | أُمّ | (أُمَّهَات pl.) | ماں |
| 117 | أَب، أَبَت | (آبَاء pl.) | باپ |
| 76 | زَوْج | (أَزْوَاج pl.) | شوہر، بیوی |
| 57 | رَجُل | (رِجَال pl.) | مرد |
| 83 | امْرَأَة | (نِسَاء pl.) | عورت |
| 56 | وَلَد | (أَوْلَاد pl.) | لڑکا یا لڑکی |
| 20 | وَالِد | (وَالِدَيْن dl.) | باپ |
| 32 | ذُرِّيَّة | | اولاد |
| 41 | ابْن | | بیٹا |
| 22 | | (بَنُون، بَنِين، أَبْنَاء pl.) | بیٹے |
| 67 | أَخ | (أَخُو، أَخَا، أَخِي) | بھائی |
| 22 | إِخْوَان | pl. | بھائی |

## عقیدہ

| | | | |
|---|---|---|---|
| 85 | أَحَد | (إِحْدَى fg.) | اکیلا |
| 34* | إِلٰه | (آلِهَة pl.) | معبود |
| 40 | شَرِيك | (شُرَكَاء pl.) | شریک، ساجھی |
| 26 | شَهَادَة | | گواہی، ظاہر، کھلی |
| 26 | عَرْش | | شاہی تخت |
| 29 | عَهْد | | عہد، معاہدہ |
| 49 | غَيْب | | پوشیدہ، غیر حاضر |
| 261 | كِتَاب | (كُتُب pl.) | کتاب |
| 42 | كَلِمَة | | بات |
| 88 | مَلَك | (مَلَائِكَة pl.) | فرشتہ |
| 25 | مِيثَاق | | عہد |
| 61 | وَاحِد | (وَاحِدَة fg.) | ایک |

## دین

| | | | |
|---|---|---|---|
| 13* | أَمْر | (أُمُور pl.) | کام، معاملہ، حکم، حالت |
| 17 | تَقْوَى | | ڈرنا، بچنا |
| 247 | حَقّ | | مطابق، ٹھیک، ثابت |
| 26 | [بَاطِل | | غلط، ناحق] |
| 20 | حِكْمَة | | حکمت، دانشمندی |
| 43 | حَمْد | | تعریف، شکر |
| 92 | دِين | | دین، شریعت، بدلہ |
| 32 | زَكَاة | | زکوٰۃ |
| 56 | شَهِيد | (شُهَدَاء pl.) | گواہ |
| 83 | صَلَاة | | نماز |
| 119 | مُبِين | | ظاہر، بیان کرنے والا |
| 43 | نُور | | روشنی |

## کچھ صفات (اللہ کی اور دوسروں کی)

| | | | |
|---|---|---|---|
| 82 | أَوَّل | (أُولَى fg.) | پہلا |
| 40 | آخِر | (آخِرَة fg.) | آخری |
| 65 | [آخَر | (أُخْرَى fg.) | دوسرا] |
| 14 | أَمِين | | امانت دار، امن والا |
| 53 | بَصِير | | دیکھنے جاننے والا |
| 25 | بَعِيد | | دور |
| 11 | تَوَّاب | | خوب توبہ قبول کرنے والا |
| 26 | حَفِيظ | | حفاظت کرنے والا |
| 97 | حَكِيم | | حکمت والا |
| 15 | حَلِيم | | بردبار، تحمل والا |
| 17 | حَمِيد | | تعریف کیا ہوا |
| 20 | حَمِيم | | گہرا دوست، گرم پانی |
| 45 | خَبِير | | خبردار، دانا |
| 970 | رَبّ | | پروردگار، مالک، آقا |
| 57 | رَحْمٰن | | بڑا مہربان |
| 42 | سَلَام | | سلامتی، امان |
| 47 | سَمِيع | | سننے والا |
| 24 | شَكُور | | بڑا شکرگزار، بڑا قدردان |
| 99 | عَزِيز | | غالب، زبردست |
| 91 | غَفُور | | خوب معاف کرنے والا |
| 45 | قَدِير | | قدرت والے |
| 44 | نَذِير | | ڈرانے والا |
| 24 | نَصِير | | مدد کرنے والا |
| 24 | وَكِيل | | کارساز، ذمہ دار، نگہبان، مددگار |

## کچھ صفات

| | | | |
|---|---|---|---|
| 52 | شَدِيد | | سخت |
| 11 | عَلِيّ | | بلند |
| 162 | عَلِيم | | خوب جاننے والا |
| 26 | قَرِيب | | قریب |
| 44 | كَبِير | (كَبِيرَة fg.) | بڑا |
| 74 | كَثِير | (كَثِيرَة fg.) | زیادہ |
| 10 | سَرِيع | | جلد |
| 182 | رَحِيم | | نہایت رحم والا |
| 107 | عَظِيم | | بڑا، بزرگ |
| 71 | قَلِيل | (قَلِيلَة fg.) | تھوڑا |
| 27 | كَرِيم | | عزت والا |
| 7 | لَطِيف | | باریک بیں، مہربان |

### اسم تفضیل

| | | |
|---|---|---|
| 31 | أَشَدّ | بہت سخت |
| 11 | أَعْلَى | بہت بلند |
| 49 | أَعْلَم | بہت جاننے والا |
| 19 | أَقْرَب | بہت قریب |
| 23 | أَكْبَر | بہت بڑا |
| 80 | أَكْثَر | بہت زیادہ |
| 36 | أَحْسَن | بہت اچھا |
| 10 | أَحَقّ | بڑا حق دار |
| 12 | أَدْنَى | زیادہ نزدیک، کمتر |
| 16 | أَظْلَم | زیادہ ظالم |
| 7 | أَهْدَى | زیادہ ہدایت یافتہ |
| 11 | أَوْلَى | زیادہ قریب، زیادہ لائق |

## نعمتیں

| | | | |
|---|---|---|---|
| 34 | آلَاء | pl. | نعمتیں |
| 37 | سُلْطَان | | زور، حجت، سند، حکومت |
| 84 | فَضْل | | مہربانی |
| 63 | مَاء | | پانی |
| 48 | مُلْك | | بادشاہت، غلبہ |
| 37 | نِعْمَة | | انعام، فضل |
| 26 | أَجْمَعُون، أَجْمَعِين | | سب کے سب |
| 39 | إِذْن | | حکم، اجازت |
| 25 | بَأْس | | سختی، آفت، لڑائی |
| 53 | جَمِيع | | سب، سارے |
| 27 | سَوَاء | | برابر |
| 33 | فَرِيق | | گروہ |

## اعمال

| | | | |
|---|---|---|---|
| 41 | أَعْمَال | | اعمال |
| 31 | حَسَنَة | (حَسَنَات pl.) | نیکی، بھلائی |
| 68 | سَيِّئَة | (سَيِّئَات pl.) | برائی، گناہ |
| 186 | خَيْر | | بہتر، بھلا، نیکی |
| 29 | شَرّ | | برائی |
| 35 | إِثْم | | گناہ |
| 37 | ذَنْب | (ذُنُوب pl.) | گناہ |
| 25 | جُنَاح | | گناہ |
| 26 | حَرَام | | ممنوع |
| 27 | اِسْم | | نام |
| 23 | حَدِيث | | بات |
| 30 | طَيِّبَة | (طَيِّبَات pl.) | پاک |

## سبق نمبر 17 : مادو ۽ وزن (نمونو)
## (Root Word and Pattern)

عربي ٻوليءَ ۾ تقريبًا سيئي لفظ (اسم هجن يا فعل) ڪنهن نه ڪنهن ”مادي“ مان ئي ٺهيل هوندا آهن. مادي کي سمجهڻ لاءِ هيٺين لفظن تي غور ڪريو:

1) عِلْمٌ - مَعْلُوْمٌ - عَالِمٌ - تَعْلِيْمٌ - عَلَّامَةٌ - مُعَلِّمٌ - اِعْلَامٌ - عُلُوْمٌ - (ع ل م)

2) قِبْلَةٌ - قَبُوْلٌ - قَابِلٌ - مَقْبُوْلٌ - اِسْتِقْبَالٌ - اِقْبَالٌ - مُقَابَلَةٌ - تَقَابُلٌ - (ق ب ل)

3) ضَرْبٌ - ضَارِبٌ - مَضْرُوْبٌ - مُضَارَبَةٌ - مِضْرَابٌ - اِضْطِرَابٌ - (ض ر ب)

4) كِتَابٌ - كَاتِبٌ - مَكْتُوْبٌ - كِتَابَةٌ - مَكْتَبٌ - مَكْتَبَةٌ - كُتُبَةٌ - (ك ت ب)

5) قَادِرٌ - تَقْدِيْرٌ - مَقْدُوْرٌ - قُدْرَةٌ - قَدِيْرٌ - مِقْدَارٌ - مُقْتَدِرٌ - (ق د ر)

مٿي ڏنل پنجن ئي گروپن جي لفظن تي غور ڪرڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته هر گروپ جا لفظ بنيادي طور تي ٽن حرفن مان ٺاهيا ويا آهن جيڪي انهن سيني ۾ مشترڪ (Common) آهن. انهن مشترڪ حرفن کي انهن لفظن جو ”مادو“ چيو ويندو آهي. مادي جي پهرين حرف کي ”ف“، ٻئي حرف کي ”ع“ ۽ ٽئين حرف کي ”ل“ ڪلمو چيو ويندو آهي. ڪنهن مادي مان ڪو لفظ ٺاهڻو هجي ته سڀ کان پهرين ”ف ع ل“ سان ان لفظ جو نمونو ٺاهيو ويندو آهي. پوءِ ”ف“ جي جڳهه تي مادي جو پهريون حرف، ”ع“ جي جڳهه تي مادي جو ٻيو حرف ۽ ”ل“ جي جڳهه تي مادي جو ٽيون حرف رکيو ويندو آهي. باقي حرڪتون ۽ اضافي حروف ”نموني“ جي مطابق ئي لڳايا ويندا آهن. مثال طور فَاعِلٌ ۽ مَفْعُوْلٌ جي نموني تي مختلف مادن مان مختلف لفظ ٺهن ٿا جن جو مثال هيٺ ڏجي ٿو:

| مادو | نمونو | |
|---|---|---|
| ف ع ل | فَاعِلٌ | مَفْعُوْلٌ |
| ع ل م | عَالِمٌ | مَعْلُوْمٌ |
| ق ب ل | قَابِلٌ | مَقْبُوْلٌ |
| ض ر ب | ضَارِبٌ | مَضْرُوْبٌ |
| ك ت ب | كَاتِبٌ | مَكْتُوْبٌ |
| ق د ر | قَادِرٌ | مَقْدُوْرٌ |

”ف ع ل“ مان نموني جي طور تي ٺهندڙ لفظ کي گرامر جي ٻوليءَ ۾ ”وزن“ چيو ويندو آهي. يعني فَاعِلٌ هڪ وزن آهي ۽ مَفْعُوْلٌ به هڪ وزن آهي.

❖ **هيٺ ڪجهه مادا ۽ وزن ڏنل آهن. هر مادي مان ان جي وزن مطابق لفظ ٺاهيو.**

| | مادو | وزن | لفظ |
|---|---|---|---|
| گروپ نمبر 1 | ر ف ع | فَعَلَ | |
| | ج ر ح | يَفْعَلُ | |
| | ذ ه ب | فَعَلْتُمْ | |
| | ج ح د | يَفْعَلُوْنَ | |

| | ق ط ع | اِفْعَلْ | |
|---|---|---|---|
| گروپ نمبر 2 | ش ر ب | فَعِلَ | |
| | ح م د | فَعِلَتْ | |
| | ل ب ث | تَفْعَلُ | |
| | ف ه م | تَفْعَلِيْنَ | |
| | ض ح ك | اَفْعَلُ | |
| گروپ نمبر 3 | ق ر ب | فَعُلَ | |
| | ب ع د | فَعُلْنَ | |
| | ث ق ل | تَفْعُلْنَ | |
| | ح س ن | تَفْعُلَانِ | |
| | ع ظ م | اَفْعُلُ | |

**سبق جي شروع ۾ لفظن جا پنج گروپ ڏنل آهن ۽ انهن سان گڏ انهن جو مادو پڻ ڏنل آهي. انهن مان هر لفظ جو وزن لکو.**

**مثال طور:** مَ كُ تَ بَ ةٌ = مَكْتَبَةٌ ⟵ مَ فْ عَ لَ ةٌ = مَفْعَلَةٌ

## فعل (verb)

فعل اهو لفظ يا ڪلمو آهي جنهن مان ڪنهن ڪم جي ڪرڻ يا ٿيڻ جو مفهوم ظاهر ٿئي ۽ ان ۾ ٽنهي زمانن (ماضي، حال، مستقبل) مان ڪو زمانو موجود هجي. اهڙيءَ طرح عربيءَ ۾ به فعل جا ٽي قسم آهن. فعل ماضي، فعل حال ۽ فعل مستقبل. {فعل حال ۽ فعل مستقبل} = فعل مضارع

## سبق نمبر 18: فعل ماضي معروف

هر ٻوليءَ ۾ ڪنهن به فعل جي مختلف صيغن جو تعداد اُن ٻوليءَ ۾ استعمال ٿيندڙ ضميرن جي مطابق هوندو آهي. اهڙي طرح عربيءَ ۾ ضميرن جي تعداد 14 آهي ته فعل جي صيغن جو تعداد به 14 ئي آهي. ضميرن جي مطابق فعل جي مختلف صيغن جي ناهڻ ڪي سنڌيءَ ۾ "گردان ڪرڻ" ۽ عربيءَ ۾ "تصريف ڪرڻ" چيو ويندو آهي. فعل ماضي جي گردان مختلف ضميرن جي فاعل هجڻ جي لحاظ کان هيٺ ڏنل آهي:

**فعل ماضي معروف جي گردان**

| | | واحد | تثنيه | جمع |
|---|---|---|---|---|
| غائب | مذڪر | فَعَلَ<br>هُن (هڪ مذڪر) ڪيو | فَعَلَا<br>هُنن (ٻن مذڪرن) ڪيو | فَعَلُوْا<br>هُنن (سيني مذڪرن) ڪيو |
| | مؤنث | فَعَلَتْ<br>هُن (هڪ مؤنث) ڪيو | فَعَلَتَا<br>هُنن (ٻن مؤنثن) ڪيو | فَعَلْنَ<br>هُنن (سيني مؤنثن) ڪيو |
| مخاطب/ حاضر | مذڪر | فَعَلْتَ<br>تو (هڪ مذڪر) ڪيو | فَعَلْتُمَا<br>توهان (ٻن مذڪرن) ڪيو | فَعَلْتُمْ<br>توهان (سيني مذڪرن) ڪيو |

| | مؤنث | فَعَلْتِ<br>تو (هڪ مؤنث) ڪيو | فَعَلْتُمَا<br>توهان (ٻن مؤنثن) ڪيو | فَعَلْتُنَّ<br>توهان (سيني مؤنثن) ڪيو |
|---|---|---|---|---|
| متڪلم | مذڪر<br>مؤنث | فَعَلْتُ<br>مون ڪيو | فَعَلْنَا<br>اسان ٻن ڪيو | فَعَلْنَا<br>اسان سيني ڪيو |

فعل ماضيءَ جا ٽي وزن آهن. فَعَلَ، فَعِلَ ۽ فَعُلَ . هِنن جون گردانون ٻه ساڳيُون نموني ٿينديون صرف "ع " ڪلمي تي زير يا پيش ايندو.

❖ **هيٺ ڏنل فعلن جي ماضيءَ جي گردان لکو ۽ هر صيغي جي معنيٰ به لکو. گردان ڪرڻ مهل عين ڪلمي جي حرڪت جو خيال رکو.**

| دَخَلَ | هو داخل ٿيو | فَرِحَ | هو خوش ٿيو |
|---|---|---|---|
| غَلَبَ | هو غالب ٿيو | ضَحِكَ | هو کِليو |
| قَرُبَ | هو ويجهو ٿيو | بَعُدَ | هو پري ٿيو |

## سبق نمبر 19: جملہ فعليه

- جنهن جملي جي شروعات فعل سان ٿئي ان کي جملہ فعليہ چيو ويندو آهي. جهڙي طرح جملہ اسميہ ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٻہ حصا (مبتدا ۽ خبر) هوندا آهن اهڙي ئي طرح جملہ فعليہ جا ٻہ گهٽ ۾ گهٽ ٻہ حصا هوندا آهن يعني فعل ۽ فاعل. ڪنهن جملي جا ٻن کان وڌيڪ ٻہ حصا ٿي سگهن ٿا پر گهٽ ۾ گهٽ هي ٻہ حصا لازمي آهن. فعل جي گردان جو هر هڪ صيغو مستقل جملہ فعليہ آهي. ان ڪري جو انهن جي هر هڪ صيغي ۾ فعل کان علاوه ضمير جي صورت ۾ فاعل ٻہ موجود هوندو آهي. هر صيغي جو ترجمو ڪرڻ مهل ان جي ضمير جو ترجمو ٻہ گڏ ڪيو ويندو آهي. مثلاً: فَرِحْنَا "اسين خوش ٿياسون"، جَلَسْتَ "تون وينين" وغيره.
- اڪثر فاعل ڪو "اسم ظاهر" هوندو آهي يعني ضمير جي بدران ڪنهن ماڻهو يا ڪنهن شيءِ جو نالو هوندو آهي. اهڙي صورت ۾ فاعل هميشہ حالتِ رفع ۾ استعمال ٿيندو آهي ۽ عمومًا فعل کان پوءِ ايندو آهي. مثلاً: فَرِحَ الْوَلَدُ (ڇوڪرو خوش ٿيو)، سَمِعَ اللّٰهُ (الله ٻُڌو). فاعل جڏهن ٻہ "اسم ظاهر" هوندو تہ جملہ فعليہ ۾ فعل هميشہ واحد غائب جي صيغي ۾ هوندو. جنس ۾ ان جو صيغو فاعل جي جنس جي مطابق هوندو. يعني فاعل جيڪڏهن مذڪر هوندو تہ فعل ٻہ واحد مذڪر غائب ايندو مثلاً: دَخَلَ الْمُعَلِّمُ (استاد داخل ٿيو)، دَخَلَ الْمُعَلِّمَانِ (ٻہ استاد داخل ٿيا) ۽ دَخَلَ الْمُعَلِّمُوْنَ (استادَ داخل ٿيا). هِنن ٽنهي جملن ۾ فعل واحد مذڪر غائب جي صيغي ۾ آيو آهي. ۽ جيڪڏهن فاعل مؤنث هوندو تہ فعل ٻہ واحد مؤنث غائب ايندو. مثلاً: كَتَبَتْ مُعَلِّمَةٌ (هڪ استادياڻي لکيو)، كَتَبَتْ مُعَلِّمَتَانِ (ٻن استادياڻين لکيو) ۽ كَتَبَتْ مُعَلِّمَاتٌ (ڪجھ استادياڻين لکيو).
- ڪجھ فعل اهڙا هوندا آهن جن کي ڳالھ مڪمل ڪرڻ لاءِ مفعول جي ضرورت نہ هوندي آهي. مثلاً: جَلَسَ حَامِدٌ. اهڙن فعلن کي "فعل لازم" چئبو آهي. ڪجھ فعلن کي ڳالھ مڪمل ڪرڻ لاءِ مفعول جي ضرورت هوندي آهي. اهڙن فعلن کي "فعل متعدي" چئبو آهي. مثلاً: ضَرَبَ زَيْدٌ حَامِدًا
- مفعول هميشہ حالت نصب ۾ هوندو آهي. عام طور تي پهرين فعل، ان کان پوءِ فاعل، پوءِ مفعول ۽ ان کان پوءِ متعلقِ فعل ايندو آهي. مثلاً: ضَرَبَ زَيْدٌ حَامِدًا بِالسَّوْطِ [فعل + فاعل + مفعول + متعلق فعل]
- فعل ماضي تي " مَا " لڳائڻ سان ان ۾ نفي جي معنيٰ پيدا ٿيندي آهي. مثلاً: مَا فَرِحَ (هو خوش ڪونہ ٿيو)، مَا كَتَبَتِ الْمُعَلِّمَةُ (استادياڻي ڪونہ لکيو).

❖ **جملن جو ترجمو ڪريو:** دَخَلَ مُعَلِّمٌ فَرِحْتُنَّ ضَحِكْنَا كَتَبَ الْمُعَلِّمُ فَتَحَ الْبَوَّابُ
لِمَ مَا اَكَلُوْا اِلَى الْاٰنَ قَرَاَتْ فَاطِمَةُ فَرِحْتُ الْاٰنَ لِمَ بَعُدْتُّمْ كَتَبْنَ غَلَبْتُمَا اَكَلَتْ طِفْلَةٌ قَرُبَ بَوَّاب
ضَحِكَتِ الْاُمُّ مَاضَحِكَتِ الْمُعَلِّمَةُ لِمَ مَا كَتَبْتُمْ اِلَى الْاٰنَ [اَلْاٰنَ = هاڻي، اِلَى الْاٰنَ = اڃان تائين، اَكَلَ= هن کادو]

**جمله فعليه جا ڪجھ وڌيڪ قاعدا:**

- **فاعل** (اسم ظاهر) جيڪڏهن غير عاقل جي جمع مڪسر هوندو ته **فعل** عمومًا واحد مؤنث ايندو آهي. ذَهَبَتِ الْجِمَالُ (اُٺ ويا)، ذَهَبَتِ النُّوْقُ (ڏاچيون ويون).
- تي صورتون اهڙيون آهن جن ۾ فعل واحد مذڪر يا واحد مؤنث ٻنهي مان ڪو به لڳائي سگهجي ٿو. اهي صورتون هيٺ ڏجن ٿيون:

1. جيڪڏهن **فاعل** (اسم ظاهر) ڪنهن عاقل جي جمع مڪسر هجي. مثلاً: طَلَبَ الرِّجَالُ يا طَلَبَتِ الرِّجَالُ (مردن طلب ڪيو)، ٻئي جملا صحيح آهن.
2. **فاعل** ”اسم جمع“ هجي. مثلاً: غَلَبَ الْقَوْمُ يا غَلَبَتِ الْقَوْمُ (قوم غالب ٿي)، ٻئي جملا صحيح آهن.
3. **فاعل** غير حقيقي مؤنث هجي. مثلاً: طَلَعَ الشَّمْسُ يا طَلَعَتِ الشَّمْسُ (سج اڀريو)، ٻئي جملا صحيح آهن.

- **فاعل** جيڪڏهن **فعل** کان پهرين ايندو ته پوءِ اهو جملو ”جمله اسميه“ ٿيندو. اهڙي صورت ۾ **فعل** عدد ۽ جنس جي لحاظ کان **فاعل** جي مطابق ايندو. مثلاً: اَلْمُعَلِّمُ ضَرَبَ (استاد ماريو)، اَلْمُعَلِّمَانِ ضَرَبَا (ٻن استادن ماريو)، اَلْمُعَلِّمَاتُ ضَرَبْنَ (استادياڻين ماريو). هنن مثالن ۾ ”اَلْمُعَلِّمُ“ مبتدا آهي ۽ ”ضَرَبَ“ ان جي خبر آهي. **فاعل** چاهي **فعل** کان پهرين اچي يا **فعل** کان پوءِ اچي، ترجمي ۾ ڪو فرق ڪونه پوندو. مثلاً: ضَحِكَ الرَّجُلَانِ ۽ اَلرَّجُلَانِ ضَحِكَا ٻنهي جو هڪ ئي ترجمو ٿيندو يعني ”ٻه ماڻهو کِليا“
- **فاعل** جيڪڏهن هڪ کان وڌيڪ (تثنيه يا جمع) هجن ۽ انهن جي هڪ ڪم کان پوءِ ٻئي ڪم جو به ذڪر هجي ته پهرين ڪم جي لاءِ ته **فعل** جو صيغو واحد ئي رهندو ڇو ته اهو جملي جي شروع ۾ اچي رهيو آهي پر ٻئي ڪم جي لاءِ فاعلن جي مطابق صيغو لڳندو. مثلاً: جَلَسَ الرِّجَالُ وَاَكَلُوْا (مرد ويٺا ۽ انهن کادو) ۽ كَتَبَتِ الْبَنَاتُ ثُمَّ قَرَاْنَ (ڇوڪرين لکيو پوءِ پڙهيو) وغيره.

| جَلَسَ | هُو ويٺو |
|---|---|
| قَدِمَ | هُو آيو |
| ذَهَبَ | هُو ويو |
| نَجَحَ | هو ڪامياب ٿيو |

❖ **جملن جو ترجمو ڪريو:** قَرُبَ الْاَوْلِيَاءُ اَلْاَوْلِيَاءُ قَرُبُوْا دَخَلَ الْوَلَدَانِ الصَّالِحَانِ
اَلْوَلَدَانِ الصَّالِحَانِ دَخَلَا نَجَحَتِ الْبَنَاتُ فِى الْاِمْتِحَانِ وَفَرِحْنَ جِدًّا قَدِمَتِ الْوُفُوْدُ فِى الْمَدْرَسَةِ
اَلْمُعَلِّمَةُ الْمُجْتَهِدَةُ جَلَسَتْ عَلَى الْكُرْسِيِّ جَلَسَتْ مُعَلِّمَةٌ مُّجْتَهِدَةٌ عَلَى الْكُرْسِيِّ
كَتَبَ الْمُعَلِّمُوْنَ عَلَى الْوَرَقِ ثُمَّ قَرَءُوْا دَخَلَ فَاطِمَةُ وَزَيْنَبُ وَحَامِدٌ فِى الْبَيْتِ وَجَلَسُوْا عَلَى الْفَرْشِ
كَتَبَ مُعَلِّمٌ كِتَابًا بِقَلَمِ الرَّصَاصِ قَرَاَتِ الرِّجَالُ الْقُرْاٰنَ فِى الْمَسَاجِدِ اَلرِّجَالُ قَرَءُوا الْقُرْاٰنَ فِى الْمَسَاجِدِ
ذَهَبَ النِّسَاءُ اِلَى السُّوْقِ اَلنِّسَاءُ ذَهَبْنَ اِلَى السُّوْقِ اَقَرَاْتُنَّ الْقُرْاٰنَ الْيَوْمَ ؟ نَعَمْ ! قَرَاْنَا الْقُرْاٰنَ الْيَوْمَ
اَفَتَحْتِ الْبَابَ؟ لَا ! مَا فَتَحْتُ الْبَابَ اَفَتَحَتِ الْبَابَ؟ نَعَمْ ! فَتَحَتِ الْبَابَ قَدِمَ الْاَوْلَادُ فِى الْمَسْجِدِ ثُمَّ ذَهَبُوْا بَعْدَ الصَّلٰوةِ
دَخَلَتْ فَاطِمَةُ وَزَيْنَبُ فِى الْبَيْتِ وَاَكَلَتَا الطَّعَامَ فَاطِمَةُ وَحَامِدٌ دَخَلَا فِى الْبَيْتِ وَاَكَلَا الطَّعَامَ

❖ **قرآني آيتن جو ترجمو ڪريو:** خَتَمَ اللّٰهُ عَلٰى قُلُوْبِهِمْ وَعَلٰى سَمْعِهِمْ (البقر : 7) وَجَدَ اللّٰهَ (النور : 39)
وَمَا كَفَرَ سُلَيْمٰنُ وَلٰكِنَّ الشَّيٰطِيْنَ كَفَرُوْا (البقرة : 102) قَتَلَ دَاوٗدُ جَالُوْتَ (البقرة : 251) صَدَقَ اللّٰهُ (آل عمران : 95)
لِمَ كَتَبْتَ عَلَيْنَا الْقِتَالَ (النسآء : 77) ضَرَبَ اللّٰهُ مَثَلًا (إبراهيم : 24) فَسَجَدَ الْمَلٰٓئِكَةُ (الحجر : 30)

وَجَدَا فِيْهَا جِدَارًا (الكهف : 77) نَذَرْتُ لِلرَّحْمٰنِ صَوْمًا (مريم : 26) خَلَقَ الْاِنْسَانَ مِنْ عَلَقٍ (العلق : 2)

**فعل ماضي ۾ تاڪيدي اسلوب**: فعل ماضي جي شروع ۾ "قَدْ" لڳائڻ سان ان ۾ تاڪيدي مفهوم پيدا ٿي ويندو آهي. اجان وڌيڪ تاڪيد جي لاءِ قَدْ سان گڏ لامِ تاڪيد "لَقَدْ" جو اضافو ڪيو ويندو آهي.

لَقَدْ نَصَرَكُمُ اللّٰهُ بِبَدْرٍ (آل عمران : 123) لَقَدْ رَضِيَ اللّٰهُ عَنِ الْمُؤْمِنِيْنَ (الفتح : 18) وَقَدْ كَفَرُوْا بِهٖ مِنْ قَبْلُ (سبأ : 53)

لَقَدْ خَلَقْنَا الْاِنْسَانَ فِيْٓ اَحْسَنِ تَقْوِيْمٍ (التين: 4) قَدْ جَعَلَ اللّٰهُ لِكُلِّ شَيْءٍ قَدْرًا (الطلاق : 3)

**جملہ فعليہ ۾ مرڪبن جو استعمال**: جملہ فعليہ ۾ فاعل ۽ مفعول ڪڏهن ڪڏهن مرڪب بہ ايندا آهن. جيڪڏهن ڪنهن جملہ فعليہ ۾ مرڪب فاعل يا مفعول تي اچن تہ انهن جي اعرابي حالت بہ اهڙي ئي لحاظ سان تبديل ٿيندي. مثلاً: مرڪب توصيفي:- طَلَبَ الْاُسْتَاذُ الصَّالِحُ وَلَدًا صَالِحًا (نيڪ استاد هڪ نيڪ ڇوڪري کي گهرايو).

مرڪب اضافي جو اعراب صرف مضاف تي ظاهر ٿيندو آهي مثلاً: ضَرَبَ وَلَدُ الْمَدْرَسَةِ وَلَدَ الْحَارَةِ (اسڪول جي ڇوڪري پاڙي جي ڇوڪري کي ماريو). مرڪب اضافي جي عدد جو فيصلو بہ مضاف جي عدد مطابق ڪيو ويندو آهي.— جملہ فعليہ ۾ فاعل ۽ مفعول جي لاءِ ضمير بہ استعمال ٿيندا آهن. فعل جي هر صيغي ۾ فاعل جو ضمير پوشيده هوندو آهي. جڏهن فاعل ظاهر نہ هوندو تہ اسين انهن ضميرن کي ئي فاعل ڪري وٺنداسين. جيڪڏهن جملہ فعليہ ۾ مفعول جي جڳهہ تي ضمير استعمال ڪرڻي هجي تہ "ضمائر مُتصل" استعمال ٿيندا. هي ضميرَ فعل سان گڏ ملي ايندا آهن. هنن ضميرن کي "ضمائر متصلہ منصوبہ" بہ چيو ويندو آهي. مثال طور: ضَرَبَهٗ [هُن (هڪ مذڪر) هُن (هڪ مذڪر) کي ماريو]، ضَرَبَهَا [هُن (هڪ مذڪر) هُن (هڪ مؤنث) کي ماريو]، ضَرَبَكِ (هُن (هڪ مذڪر) تو (هڪ مؤنث) کي ماريو] وغيره. جيڪڏهن جمع مذڪر حاضر جي صيغي سان مفعولي ضمير استعمال ڪرڻو هجي تہ ان صيغي جو ضمير "تُمْ" کان " تُمُوْ" ۾ تبديل ٿي ويندو. مثلاً: نَصَرْتُمْ هُ ← نَصَرْتُمُوْهُ [توهان سيني هُن (هڪ مذڪر) جي مدد ڪئي]. جيڪڏهن مفعول اسم ظاهر هجي تہ فعل جو صيغو پنهنجي اصلي حالت ۾ ئي رهندو مثلاً: نَصَرْتُمْ زَيْدًا. واحد متڪلم جي مفعولي ضمير "ی" جي بدران "نِيْ" لڳايو ويندو آهي. مثال طور: نَصَرَنِيْ [هُن (هڪ مذڪر) منهنجي مدد ڪئي] [نَصَرَ + ی ] = نَصَرَنِيْ

❖ **قرآني آيتن جو ترجمو ڪريو:** وَرَفَعْنَا لَكَ ذِكْرَكَ (الم نشرح: 4) اَفَحَسِبْتُمْ اَنَّمَا خَلَقْنٰكُمْ عَبَثًا (المؤمنون: 115)

حَبِطَتْ اَعْمَالُهُمْ (البقرة : 217) سَمِعْتُمْ اٰيٰتِ اللّٰهِ (النسآء : 140) خَلَقْتَنِيْ مِنْ نَّارٍ وَّ خَلَقْتَهٗ مِنْ طِيْنٍ (الأعراف : 12)

اَللّٰهُ الَّذِيْ رَفَعَ السَّمٰوٰتِ بِغَيْرِ عَمَدٍ (الرعد : 2) دَخَلْتَ جَنَّتَكَ (الكهف : 39)

## سبق نمبر 20 : فعل ماضي مجهول

انگريزي ٻوليءَ ۾ فعل معروف کي Active Voice ۽ فعل مجهول کي Passive Voice چيو ويندو آهي. اهڙو فعليہ جملو جنهن ۾ فاعل معلوم نہ هجي يعني مجهول هجي تہ اهڙي فعل کي فعل مجهول چيو ويندو آهي. مثلاً: "خط لکيو ويو". عربي ۾ ماضي مجهول جو هڪڙو ئي وزن " فُعِلَ " آهي. معروف جو ڪهڙو بہ وزن هجي مجهول فُعِلَ جي وزن تي ئي ايندو. مثلاً: نَصَرَ (هن مدد ڪئي)← نُصِرَ (هن جي مدد ڪئي وئي). فعل مجهول ۾ فاعل جو ذڪر نہ هوندو آهي بلڪ مفعول جو ذڪر هوندو آهي. أنهيءَ ڪري عربيءَ ۾ فعل مجهول سان گڏ آيل مفعول کي "نائب الفاعل" چيو ويندو آهي. ان ڪري جو اهو فعل کان پوءِ فاعل جي جڳهہ تي ايندو آهي ۽ حالت رفع ۾ هوندو آهي. مثلاً: كُتِبَ مَكْتُوْبٌ (هڪ خط لکيو ويو). جيڪڏهن ڪنهن جملي ۾ نائب الفاعل موجود نہ هجي تہ مجهول صيغي ۾ موجود ضمير ئي نائب الفاعل جو ڪم ڏيندو. شُرِبَ مَاءٌ (پاڻي پيتو ويو) ← شُرِبَ (هو پيتو ويو). ضُرِبْتَ (تون ماريو وئين). فعل مجهول جي گردان: فُعِلَ، فُعِلَا، فُعِلُوْا، فُعِلَتْ، فُعِلَتَا، فُعِلْنَ ....... فُعِلْتُ، فُعِلْنَا.
فعل لازم ۾ جيئن تہ مفعول نہ هوندو آهي تنهن ڪري ان جو مجهول نہ ٿيندو آهي.

❖ فعلن جي ترجمي سميت مجهول جي گردان ڪريو: طَلَبَ حَمِدَ نَصَرَ

❖ قرآني آيتن جو ترجمو ڪريو: كُتِبَ عَلَيْكُمُ الْقِتَالُ (البقرة : 216) طُبِعَ عَلٰى قُلُوْبِهِمْ (التوبة : 87)

وَاِلَى السَّمَآءِ كَيْفَ رُفِعَتْ ○ وَاِلَى الْجِبَالِ كَيْفَ نُصِبَتْ ○ وَاِلَى الْاَرْضِ كَيْفَ سُطِحَتْ ○ (الغاشية : 18 - 20)

وَنُفِخَ فِي الصُّوْرِ (الكهف : 99) يٰاَيُّهَا النَّاسُ ضُرِبَ مَثَلٌ (الحج : 73)

**ٻن مفعولن وارا فعل متعدي:** ڪجھ اھڙا متعدي فعل ھوندا آھن جن کي ڳالھ مڪمل ڪرڻ لاءِ ٻن مفعولن جي ضرورت پوندي آھي. مثلاً: حَسِبَ حَامِدٌ مَحْمُوْدًا عَالِمًا (حامد محمود کي عالم سمجھيو). ٻن مفعولن واري متعدي فعلن جي لاءِ جڏھن مجھول جو صيغو ايندو آھي تہ پھريون مفعول قاعدي جي مطابق نائب الفاعل تي حالت رفع ۾ ايندو آھي پر ٻيو مفعول حالت نصب ۾ ئي رھندو آھي. مثلاً: حُسِبَ مَحْمُوْدٌ عَالِمًا (محمود کي عالم سمجھيو ويو).

❖ قرآني آيتن جو ترجمو ڪريو: كُتِبَ عَلَيْكُمُ الصِّيَامُ كَمَا كُتِبَ عَلَى الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِكُمْ (البقرة: 183)

ضُرِبَتْ عَلَيْهِمُ الذِّلَّةُ وَالْمَسْكَنَةُ (البقرة: 61) اِنَّمَا الْمُؤْمِنُوْنَ الَّذِيْنَ اِذَا ذُكِرَ اللّٰهُ وَجِلَتْ قُلُوْبُهُمْ (الانفال: 2)

وَاِذَا الْمَوْءٗدَةُ سُئِلَتْ بِاَيِّ ذَنْۢبٍ قُتِلَتْ (التكوير: 8)

## سبق نمبر21 : فعل مضارع

عربي ٻوليءَ ۾ حال ۽ مستقبل ٻنھي جي لاءِ ھڪ ئي فعل استعمال ٿيندو آھي جنھن کي "فعل مضارع" چيو ويندو آھي. مثلاً: فعل ماضي فَتَحَ (اُن کوليو) جو مضارع ٿيندو يَفْتَحُ جنھن جي معنىٰ آھي (ھو کولي ٿو يا کوليندو). فعل مضارع کي سڃاڻڻ جو طريقو ھيءُ آھي تہ ان جي ھر صيغي جي ابتدا ۾ چئن حرفن (ی-ت-ا-ن) (يَتَانِ) مان ڪو بہ ھڪ ضرور ايندو آھي.

**فعل مضارع معروف جي گردان**

| | | واحد | تثنيہ | جمع |
|---|---|---|---|---|
| غائب | مذڪر | يَفْعَلُ<br>ھُو (ھڪ مذڪر) ڪري ٿو يا ڪندو | يَفْعَلَانِ<br>ھُو (ٻہ مذڪر) ڪن ٿا يا ڪندا | يَفْعَلُوْنَ<br>ھُو (سڀ مذڪر) ڪن ٿا يا ڪندا |
| | مؤنث | تَفْعَلُ<br>ھُو (ھڪ مؤنث) ڪري ٿي يا ڪندي | تَفْعَلَانِ<br>ھُو (ٻہ مؤنث) ڪن ٿيون يا ڪنديون | يَفْعَلْنَ<br>ھُو (سڀ مؤنث) ڪن ٿيون يا ڪنديون |
| مخاطب/ حاضر | مذڪر | تَفْعَلُ<br>تون (ھڪ مذڪر) ڪرين ٿو يا ڪندين | تَفْعَلَانِ<br>توھان (ٻہ مذڪر) ڪريو ٿا يا ڪندائو | تَفْعَلُوْنَ<br>توھان (سڀ مذڪر) ڪريو ٿا يا ڪندائو |
| | مؤنث | تَفْعَلِيْنَ<br>تون (ھڪ مؤنث) ڪرين ٿي يا ڪنديئن | تَفْعَلَانِ<br>توھان (ٻہ مؤنث) ڪريو ٿا يا ڪندائو | تَفْعَلْنَ<br>توھان (سڀ مؤنث) ڪريو ٿا يا ڪندائو |

| نَفۡعَلُ<br>اسين سڀ ڪريون ٿا يا ڪنداسين/ ڪنديوسين | نَفۡعَلُ<br>اسان ٻئي ڪريون ٿا يا ڪنداسين/ ڪنديوسين | اَفۡعَلُ<br>آئون ڪريان ٿو/ ٿي يا ڪندُس/ ڪندِيَس | مذڪر<br>مؤنث | متڪلم |
|---|---|---|---|---|

فعل مضارع جا ٻه ٽي وزن آهن: يَفۡعَلُ، يَفۡعِلُ اور يَفۡعُلُ. هنن جون گردانون ٻه ساڳئي نموني ٿينديون صرف "ع" ڪلمي تي زير يا پيش ايندو.

❖ **لفظن جي معنيٰ سميت مضارع جي گردان ڪريو.** يَبۡعَثُ يَفۡرَحُ يَحۡسِبُ يَغۡلِبُ يَدۡخُلُ يَقۡرُبُ

**فعل مضارع ۾ مستقبل جي معنيٰ کي مخصوص ڪرڻ**: فعل مضارع ۾ مستقبل جي معنىٰ کي مخصوص ڪرڻ لاءِ (1) مضارع جي شروع ۾ "سَ" لڳايو ويندو آهي. مثلاً: يَفۡتَحُ (هو کولي ٿو يا کوليندو) ⟵ سَيَفۡتَحُ (هو کوليندو). (2) مضارع جي شروع ۾ "سَوۡفَ" جو اضافو ڪيو ويندو آهي جنهن جي معنىٰ آهي "عنقريب / جلدئي". مثلاً: سَوۡفَ تَعۡلَمُوۡنَ (توهان جلد ڄاڻي وٺندؤ)

**مضارع ۾ نفي جو مفهوم پيدا ڪرڻ**:مضارع ۾ نفي جو مفهوم پيدا ڪرڻ لاءِ "لَا" لڳايو ويندو آهي. مثلاً: لَا تَذۡهَبُ (تون نٿو وڃين يا نہ ويندين). ڪڏهن ڪڏهن "مَا" ٻہ لڳايو ويندو آهي. مَا يَعۡلَمُ (هو نٿو ڄاڻي يا نہ ڄاڻندو)

**مضارع مجهول ٺاهڻ جو طريقو**: مضارع چاهي ڪهڙي ٻہ وزن تي اچي، ان جو مجهول هڪ ئي آهي يعني "يُفۡعَلُ". مثلاً: يَفۡتَحُ ⟵ يُفۡتَحُ (هو کوليو وڃي ٿو يا کوليو ويندو). يَضۡرِبُ ⟵ يُضۡرَبُ (هو ماريو وڃي ٿو يا ماريو ويندو). يَنۡصُرُ ⟵ يُنۡصَرُ (هو مدد ڪيو وڃي ٿو يا ڪيو ويندو).

❖ **قرآني آيتن جو ترجمو ڪريو:** يَضۡرِبُ اللّٰهُ الۡاَمۡثَالَ لِلنَّاسِ (ابراهيم : 25) يَكۡفُرُوۡنَ بِاٰيٰتِ اللّٰهِ (البقرة : 61)
وَاللّٰهُ يَعۡلَمُ وَاَنۡتُمۡ لَا تَعۡلَمُوۡنَ (البقرة : 216) وَيَعۡلَمُ مَا تَكۡسِبُوۡنَ (الأنعام : 3) وَهُمۡ يَحۡمِلُوۡنَ اَوۡزَارَهُمۡ (الأنعام : 31)
نَحۡنُ نَرۡزُقُكُمۡ وَاِيَّاهُمۡ (الأنعام : 151) اَتَعۡجَبِيۡنَ مِنۡ اَمۡرِ اللّٰهِ (هود : 73) اَنِّيۡۤ اَذۡبَحُكَ (الصّٰفّٰت : 102)
اِنَّ اللّٰهَ يَغۡفِرُ الذُّنُوۡبَ جَمِيۡعًا (الزمر : 53) يَنۡصُرُوۡنَ اللّٰهَ وَرَسُوۡلَهٗ (الحشر : 8) اَلنَّجۡمُ وَالشَّجَرُ يَسۡجُدَانِ (الرحمٰن: 6)
اِنَّ اللّٰهَ لَا يَظۡلِمُ النَّاسَ شَيۡـًٔا (يونس: 44) قُلۡ يٰۤاَيُّهَا الۡكٰفِرُوۡنَ ○ لَاۤ اَعۡبُدُ مَا تَعۡبُدُوۡنَ ○ (الكافرون: 1-2)
فَسَتَعۡلَمُوۡنَ مَنۡ هُوَ فِيۡ ضَلٰلٍ مُّبِيۡنٍ (الملك: 29) سَيَقُوۡلُ السُّفَهَآءُ مِنَ النَّاسِ (البقرة: 142) مَاذَا تَكۡسِبُ غَدًا (لقمان : 34)
يُعۡرَفُ الۡمُجۡرِمُوۡنَ (الرحمٰن : 41) فَيَقۡتُلُوۡنَ وَيُقۡتَلُوۡنَ (التوبة : 111) وَلَا يُظۡلَمُوۡنَ شَيۡـًٔا (مريم : 60)
وَلَا يُقۡبَلُ مِنۡهَا شَفَاعَةٌ وَّلَا يُؤۡخَذُ مِنۡهَا عَدۡلٌ وَّلَا هُمۡ يُنۡصَرُوۡنَ (البقرة : 48)

**فعل مضارع جو تاڪيدي اسلوب**: فعل مضارع ۾ تاڪيد جون چار سطحون (levels) آهن:

1) يَفۡعَلَنۡ (نون خفيفہ): هو ضرور ڪندو.
2) يَفۡعَلَنَّ (نونِ ثقيلہ): هو ضرور بالضرور ڪندو.
3) لَيَفۡعَلَنۡ / لَيَفۡعَلًا (لامِ تاڪيد + نونِ خفيفہ): هو ضرور ئي ڪندو.
4) لَيَفۡعَلَنَّ (لامِ تاڪيد + نونِ ثقيلہ): هو لازمي ڪندو.

(3 ۽ 4:) قرآن ۾ هنن ٻنهي جو گهڻو استعمال آهي

❖ **قرآني آيتن جو ترجمو ڪريو:** لَيَنۡصُرَنَّ اللّٰهُ مَنۡ يَّنۡصُرُهٗ (الحج: 40) لَاَقۡتُلَنَّكَ (المائدة : 27)
لَتَدۡخُلُنَّ الۡمَسۡجِدَ الۡحَرَامَ اِنۡ شَآءَ اللّٰهُ (الفتح: 17) فَلَيَعۡلَمَنَّ اللّٰهُ الَّذِيۡنَ صَدَقُوۡا وَلَيَعۡلَمَنَّ الۡكٰذِبِيۡنَ (العنكبوت: 3)
وَلَيَحۡمِلُنَّ اَثۡقَالَهُمۡ وَاَثۡقَالًا مَّعَ اَثۡقَالِهِمۡ (العنكبوت: 13) لَاَقۡعُدَنَّ لَهُمۡ صِرَاطَكَ الۡمُسۡتَقِيۡمَ (الأعراف:16)
قَالَا رَبَّنَا ظَلَمۡنَاۤ اَنۡفُسَنَا ۚ وَاِنۡ لَّمۡ تَغۡفِرۡ لَنَا وَتَرۡحَمۡنَا لَنَكُوۡنَنَّ مِنَ الۡخٰسِرِيۡنَ (الأعراف : 23)

